# حسين ابن علي جو نظام عمل

قيمت ٠-٠-١ رپيه

اعجاز حسين تصدق حسين بيگ ميرزا
ٽنڊو ٺوڙهو حيدرآباد

# پيش لفظ

دنيا ۾ ڪئين اهڙا واقعا رونما ٿيا آهن ۽ ٿيندا رهندا جن جو پس منظر عقل انسانيءَ لاءِ تمام تاريڪ ۽ منجهيل رهندو. تمام دور رس نگاهون ٿي انهن جي اسرار جو پتو لڳائي سگهن ٿيون، عام نگاهون نه واقعات جي نوعيت جو رخ ڏسي ڪنهن اهڙي نتيجي تي پهچي وڃن ٿيون جنهن کي حقيقت سان ڪوبه واسطو نه آهي.

حضرت امام حسين عليه السلام واقعه ڪربلا ۾ نهايت عظيم الشان، بااصول ۽ بامقصد ڪردار انجام ڏنو. حضرت امام حسين جي فهم و فراست، فلسفهٔ اسلام جي پروڙ ۽ نبيءَ اسلام جي بي مثل پيغام تي صحيح عمل اهي نڪتا آهن جن تي سطحي نظر رکندڙ شايد ئي پهچي سگهن. واقعه ڪربلا کي محض هڪ اتفاقي امر چوڻ وارا آهيئي آهن جن واقعه ڪربلا جي گوناگون پهلوئن تي ڪوبه غور نه ڪيو آهي. واقعه ڪربلا کي صرف درد انگيز بيانن ۽ شجاعانه ڪارنامن جو مجموعو سمجهن شهيد ڪربلا جي عظيم مقصد

کان رو گرداني ٿيندي - ان محسن - اسلام جي شکر ۽ ادا ڪرڻ جو فرض تڏهن ئي پورو ڪري سگھجي ٿو جڏهن واقعه ڪربلا جي فلسفه ۽ پس منظر کي باريڪ بين نظرن سان ڏٺو وڃي ۽ ان ڪانپوءِ ان پيغام تي عمل ڪرڻ جو مصمم ارادو ڪيو وڃي جو سيد الشهدا پنهنجي خون جي قطرن سان ريگستان ڪربلا تي لکيو.

بر زمين - کربلا با ريد و رفت
لاله در ويرانه ها کاريد و رفت
تا قيامت قطع استبداد کرد
موج - خون - او چمن ايجاد کرد
نقش الا الله بر صحرا نوشت
سطر - عنوان نجات - ما نوشت
بهر حق در خاک خون غلطيده است
پس بنائے لااله گرديده است
زنده حق از قوت - شبيري است
باطل - آخر داغ حسرت ميري است

(اقبال)

( اعجاز حسين ميرزا ).

# حسين ابن علي جو نظام عمل

## هر فرعوني. را موسيٰ

هي هڪ استمراري قانون آهي ته جڏهن ڪا قوت قوانين الاهي جي خلاف ورزي ڪري امن عام ۾ خلل انداز ٿئي ٿي ۽ باطل جي زور سان حق کي ڏڪڻ چاهي ٿي ته خدائي انتقام جي تلوار نيام مان نڪري اچي ٿي. تاريخ ۾ هن جا گهڻا مثال آهن.

نوح جي بت پرست قوم تشدد پسندي ۽ دهشت انگيزي جي ان حد تي پهچي ويئي جو خدا جو هڪ برگزيده بنده اعلان ڪلمهٔ حق پوري آزادي سان نه ڪري سگهيو ۽ ان جرم تي، ته هو ماڻهن کي خداء وحده لاشريڪ ڏانهن سڏيندو هو ۽ هنن کي خراب ڪمن کان روڪيندو هو، تڏهن هن تي ظلم وستم جا پهاڙ ڪيرايا ويا. هزارن ۾ ڪا هڪ دل به انجو احساس ڪرڻ واري نه هئي ته نوح پنهنجي دعويٰ ۾ سچو آهي. جڏهن نصيحت ڪو اثر نه ڪيو ته

عذاب الاهي اچي هنن کي گهيريو ۽ چند انسانن کانسواء جي ٻيڙي ۾ سوار هوا باقي سڀ ٻڏي مري ويا .

حضرت ابراهيم جي زماني ۾ نمرود پيدا ٿيو ۽ هنجي سطوت و جبروت کان مرعوب ٿي سڄي قوم هن جي خدائي کي تسليم ڪيو . خدا هن کي سزا ڏيڻ لاء پنهنجو خليل موڪليو . هن نمرود ۽ سندس قوم کي طرح طرح سان سمجهايو پر هنن سخت پٿرن تي ڪوبه اثر نه ٿيو ۽ شڪرگذار ٿيڻ بدران هن جي خون جا پياسا ٿي پيا . آخر عذاب الاهي انهن کي به اچي گهٽيو ۽ مڇرن جي فوج تمام جلد هنن جو خاتمو ڪري ڇڏيو .

نمرود کان بعد فرعون نمودار ٿيو . هن جي سختگيري کان عاجز ٿي سڄي قوم هنجي خدائي تسليم ڪئي . هن بني اسرائيل سان جي هنجي خدائي جا منڪر هوا ، اهڙو ظالمانه سلوڪ ڪيو جنهن جو مثال تاريخ عالم ۾ نه ملندو . فرعون جي سرڪوبي لاء خدا موسي کي موڪليو . نتيجو اهو ٿيو جو فرعون ۽ انجي قوم نيل درياء جي موجن ۾ ائين گم ٿي جو وري پتو نه پيو .

جڏهن سر زمين عرب تي وحشت ۽ بربريت جو زور هو ۽ جاهليت جي باه اخلاق انساني کي

جلائي خاڪ ڪري ڇڏيو ۽ ڪ خدا جي عيوض
لي سڄ سٽ بت پوڄيا وڃڻ لڳا ته غيرت الاهي جوش
۾ آئي ۽ هنن کي دفع ڪرڻ لاء خدا سرڪار دوعالم
کي موڪليو .

جن هدايت قبول ڪئي تن کي ڇوٽڪارو مليو ،
جي ضد تي ڄمي رهيا سي قتل ڪيا ويا . ڇا هن
دل و دماغ جا ماڻهو به اوهان کي ملي سگهندا جيڪي
نمرود ، فرعون ، قوم عاد و ثمود ۽ ابو جهل و ابو
لهب جا قصيده خوان هجن ؟ ۽ انبياء عليهم السلام
جي مذمت ان لاء ڪندا هجن ته هنن ڇو وڏين
فوجي طاقتن جو مقابلو ڪيو ۽ منهن ڏنو ۽ ڇاڪاڻ
پنهنجي پنهنجي وقت جي عظيم بادشاهن جي اطاعت
قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو ؟ وقت جي بادشاهن
جا مخالف ٿي پاڻ کي ۽ پنهنجي قوم کي تڪليفن ۾
ڇاڪاڻ گرفتار ڪياڏون ؟

گهڻائي انبياء پنهنجي ڪمزوري جو احساس نه
ڪرڻ سبب پاڻ به شهيد ٿيا ۽ پاڻ سان گڏ ٻين کي به
قتل ڪرائائون . حضرت زڪريا ، حضرت يحيٰ ۽
حضرت جرجيس وغيره پنهنجو موت پنهنجن ئي هٿن
سان ڇا لاء سڏيو ؟ خاموش زندگي گذاري يا جلاوطني
اختيار ڪري پنهنجي جان بچائي سگهيا ٿي .

ممڪن آهي دنيا ۾ اهڙي گندي ذهنيت جا ماڻهو به هجن ليڪن انسانيت جي اسٽيج تي اهڙن ماڻهن لاءِ ڪابه جاءِ نه آهي. دنيا ۾ اڪثريت اهڙن انسانن جي ملندي جي حق ڪي ڪنهن به قيمت تي ڇڏڻ پسند ڪن ٿا ڪن ۽ هنن جي پوري پوري همدردي ان مقدس گروه سان هوندي آهي جي راه حق ۾ مري وڃن حيات ابدي چاهيندا آهن ۽ پنهنجي هر مصيبت کي انتقام الاهي جي سپرد ڪري ڇڏيندا آهن.

جو معاملو فرعون و موسيٰ جو هو، اهوئي يزيد حسين جو هو. يزيد جي شيطاني قوت ٽوڙڻ لاءِ خدا حسين کي ڪربلا ۾ موڪليو جنهن هڪ نرالي انداز ۾ يزيدي سطوت و جبروت جو مقابلو ڪيو.

آدم ڪان وٺي سنه ٦١ هه جي محرم تائين هڪ به ليڪين جنگيون ۽ مقابلا ٿيا. لشڪر لشڪرن سان ٽڪرايا فوجون فوجن سان وڙهيون، اڪثريت اقليت کي تباه و برباد ڪيو، هزارين بيگناه قتل ٿيا انساني خون سان زمين لال ٿي. ليڪن يزيد ۽ حسين جو تصادم بلڪل هڪ نئين جنگ هئي جنهن جو ڪو به رخ ڪنهن به آئينه ۾ نظر نٿو اچي.

هر جنگ ۾ فاتح فاتح رهندو آهي ۽ مفتوح مفتوح.

فاتح جو رتبو بلند ۽ مفتوح جو سر جهڪيل رهندو آهي. ليڪن ڪربلا جي جنگ جو انداز نرالو هو. اتي فاتح ذليل ۽ مفتوح عزيز هو. مفتوح جو سر بلند هو ۽ فاتح جي گردن جهڪيل هئي. مفتوح هميشه جي زندگي حاصل ڪئي ۽ فاتح موت کان اڳي مارجي ويو. مفتوح جي محبت ايمان جو جزو بنجي ويئي ۽ فاتح جو نالو انسانيت لاءِ باعث ننگ و عار بنجي ويو.

فاتح جو چاهيو ٿي سو باوجود سلطنت و خزانه ۽ عظيم فوجي نظام جي ميسر نه ٿيو ۽ مفتوح باوجود انتهائي بي سرو ساماني جي اهو سڀ ڪجهه حاصل ڪيو جو هنجي دل چاهيو ٿي.

يزيد کي ضد هو نه بيعت وٺي رهندس
حسين چيو ٿي ته هرگز نه ڪندس
حسين کٽيو - يزيد هارايو.

ظلم پنهنجا تمام حيلا استعمال ڪري ٽڪجي پيو.
هنجو هٿ ڍرو ٿي ويو.

مظلوميت جي طاقت وڌندي رهي. قوت جو مقابلو قوت سان هڪ دفعه نه هزار بار ٿيو. ليڪن قوت جو مقابلو ضعف سان ۽ ظلم جو مقابلو مظلوميت

سان اهڙي طرح دنيا جي تاريخ ۾ نٿو ملي جو طاقت جون تيز تلوارون مظلوميت جو گلو ڪپيندي مڏيون ٿي ويون هجن.

فتح جي شاديانن، فوجن جي شور وغل، جنگين جي گوڙ گهمسان هزار دفعا ماڻهن جي دلين کي لوڏيو هوندو مگر جو ڪم ڪربلا وارن جون گرم آهون ڪري ويون تن جو نظير نٿو ملي. انهن دلين ۽ جگرن تي گهرو اثر ڪيو.

مسلن کي جاڳايو - حق پسندن کي رناڙيو.

انهن گرم آهن جو اثر ڪو حسين جي عاشقن کان پڇي ته محرم جي چنڊ نڪرڻ شرط هنن جي دلين تي ڇا ٿو گذري. يزيد مري ويو حسين زنده آهي. يزيديت وقت جي سيلاب ۾ لڙهي ويئي ۽ حسينيت جو جهنڊو انسانيت جي فضا ۾ ڦڙڪي رهيو آهي.

هرگز نميرد آنکہ دلش زنده شد بعشق

ثبت است بر جريده عالم - دوام ما

حسين جي روشن ڪردار ڏانهن هر قوم وڌي رهي آهي. هن جي نقش قدم تي هلڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي. ڇو؟

انهي لاءِ جو حسين ظلم جي پاڙ پٽڻ ۽ بادشاهي

جي غرور واري سر قلم ڪرڻ لاءِ اهڙو عجيب پروگرام ڏاهيو هو جو اڄ تائين ڪنهن کان به نه ٿيو.

از هيچ پيمبرے نه آيد اين ڪار
والله ڪه اے حسين ڪارے ڪردي

## حسين جي شخصيت

واقع ڪربلا تي فلسفيانه بحث کان پهريائين اسان کي امام حسين عليہ السلام جي شخصيت تي هڪ تبصرو ڪرڻو آهي. حسين سرور انبياء جي پياري ڌيءَ فاطمه زهرا سلام الله عليها جو فرزند هو. سندن والد بزرگوار اشجع العرب امير المومنين علي ابن ابي طالب عليہ السلام هئا. هر لحاظ کان سندن خاندان سڄي عرب ۾ ممتاز هو.

مڪي جي بزرگي و سيادت هن خاندان ۾ هلندي پئي آئي ۽ آنحضرت صلعم جي نبي ٿيڻ تي جي چار چنڊ هن خاندان کي لڳا تن جو ڇا بيان ڪجي. پهريائين هي خاندان عرب لاءِ ناز هو ته هاڻ عالمين لاءِ باعث فخر و مباهات بڻجي پيو.

امام حسين عليہ السلام جي ولادت اهڙي گهر ۾ ٿي جنهن کي ختم الانبياء جو گهراڻو سڏيو ويندو هو جنهن ۾ الاهي نظام جا سڀ عهدا ۽ انساني فضائل

جون سڀ صفتون هڪ وقت ني جمع هيون ۔ نبوت
رسالت ، امامت ، سيادت ، صفوت ، خلت ، اصطفا ،
اجتبا ، ارتضا ، شهادت ، ڪرامت ، ولايت ، فصاحت ،
بلاغت ، مروت ، عدالت ، حڪمت ، عفت ، عصمت ،
طهارت ، شرافت ، نجابت وغيره ۔

هن گهر جو نبي خاتم الانبياء ، هن گهر جو رسول
سيد المرسلين ، هن گهر جو وصي سيد الاوصيا ، هن
گهر جو شهيد سيد الشهداءِ ۔ الغرض جسم ، روح ۽
نفس جي لحاظ کان ڪابہ فضيلت اهڙي نہ هئي جا هن
گهر ۾ موجود نہ هجي ۔

حسين انهي گهر ۾ پيدا ٿيو جتي وحي نازل ٿيندو
هو ۔ جتي خدا جا مقرب فرشتا ڏينهن رات ايندا ويندا
هئا ۔ جتي قرآن نازل ٿيندو هو ۔ جن جي هر ڳالهہ
آيت هئي حديث هئي ۔ جن جي مقدس آستاني تي
ملائڪ سجدو ڪندا هئا ۔ جن جي روحانيت گهڻن
کي موهي ڇڏيو هو جن جا اخلاق و آداب دنيا لاءِ
نمونہ انسانيت هئا ۔ جن جي قول و فعل ۾ ذرہ
تفاوت نہ هو ۔ جن جي هر عمل جي ساراہ قرآن ڪئي ،
ملائڪ جن ني هردم صلوات و سلام موڪليا ۔

هي خدا جي ڏنل عزت هئي جنهن کي ڪو بہ

مٿائي نٿي سگهيو . جيئن خدا جي خدائي کان ڪنهن
ڪي به انڪار ٿي نٿو سگهي ۽ ڪنهن نه ڪنهن نموني
۾ خدا کي مڃيو ضرور ويندو آهي .

هندو نے صنم مين جلوه پايا تيرا
آتش په مغون نے راگ گايا تيرا
دهري نے کيا دهر سے تجهه کو تعبير
انکار کسي سے بن نه آيا تيرا

اهڙي طرح حسين جي مناقب کان انڪار به انساني
طاقت کان خارج آهي . عداوت ٻي شي آهي ورنه
انصاف سان جي ڪو شخص سندن حالات تي نظر
ڪندو ته هنجو ضمير حسين جي فضائل جو اقرار ڪرڻ
ڌاران رهي نه سگهندو .

ضمير جو آواز خدائي آواز آهي . انهي ۾ غلط بيانيءَ
جو امڪان ڪونهي . ٻيني عضون تي انسان کي اختيار
آهي ليڪن ضمير تي قدرت جو هٿ آهي . چور چوري
کان لک انڪار ڪري پر ضمير مان اهوئي آواز ايندو
ته چور آهيان .

اهلبيت جي فضائل کي انهن جي دشمن گهٽو
دٻائڻ چاهيو پر تڏهن به ظاهر ٿي پيا . زبان سان به ۽
قلم سان به . اهڙا ٻه حق پوش زماني ۾ موجود رهيا

آهن جـن حسن عليه السلام جي روشن ڪردار کي داغدار بنائڻ لاءِ بيڪار ڪوششون ڪيون آهن. جي اهن جي زبان چڪي ڪڍي وڃي ۽ صرف ضمير جو آواز هنن جي اظهار خيال لاءِ رهجي وڃي ته خبر پئجي ويندي ته جيڪي زبان تي آهي سو دل ۾ نه آهي.

حسين عليه السلام اهڙي گهر ۾ پرورش پاتي جو دين اسلام جي پرورش جي جاءِ هـو. اخلاق انساني جو چشمه هو. ڪتاب خدا جي نازل ٿيڻ جي جاءِ ۽ نجات آخرت جو وسيلو هو. اهڙي صورت ۾ ڪو عقل جو انڌو انسان ئي حسين جي نامئه عمل کي داغـدار بنائڻ جي جرات ڪندو.

هن صديءَ ۾ ڪن عاقبت برباد ماڻهن جنهن همت ۽ جسارت سان امام عليه السلام جي مقدس شخصيت کي تير ملامت جـو نشانو بنايـو آهي تنهن جو نظير گذريل چوڏهن صدين ۾ نه ملندو. گذريل زمانـي ۾ ڪي اهڙا گذريا آهن جن واقع ڪربلا جي اهميت کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي پر ڪنهن به يزيد جي اهڙي ساراهه ۽ مدح نه ڪئي جهڙي هاڻي ڪئي پئي وڃي. هي تاريخ اسلام جو هڪ دردناڪ ۽ حيرت‌انگيز واقعو آهي. پر آسمان ڏانهن ٿڪ اڇلائڻ جو نتيجو ڇا آهي.

چراغ را ڪہ ايزد بر فروزد

اگر ڪس پف زند ريشش بسوزد

حسين عليہ السلام جي محبوب شخصيت بابت رسول خدا ايترو ڪجهہ فرمائي ويو آهي جو مخالف پروپيگنڊا ڪامياب ٿي نہ سگهندي .

انساني ڪردار تي ماحول جو گهرو اثر ٿئي ٿو . جو ٻار جنهن ماحول ۾ پرورش پائيندو انهيءَ جون عادتون ۽ اطوار انهي ماحول جا آئينہ بردار ٿين ٿا . حسين نبوت جي آغوش ۾ پليو ، امامت جي سايہ ۾ وڏو ٿيو نہ ڪيئن ممڪن آهي تہ سيرت رسول کان هنجي سيرت جدا هجي . حسين ۽ يزيد ۾ اهوئي فرق هو جو

علي ۽ معاويہ ۾

محمد ( صلعم ) ۽ ابوسفيان ۾

حسين جي سيني ۾ اها دل نہ هئي جا باطل جي قوت کان لڏي وڃي .

سو عزم ۽ ارادو نہ هو جو خوف ۾ ڦيچي پوي .

سو ايمان نہ هو جہ خوف ۾ ڪمزور ٿي پئي .

حسين جي ڪردار ڪي دنيا انهي لاءِ تہ اختيار ڪري رهي آهي جو هنجي ڪنهن بہ پهلو ۾ لرزش نہ آهي نڪي

ڪنهن رنگ ۾ ڪارو رت نه آهي.

## يزيد جو دؤر حڪومت

شيعن جي نقطه نظر کان خلافت نبويه جو مدار نص تي آهي. هن مقدس دائري ۾ يزيد جي خلافت داخل ٿيڻ ناممڪن آهي.

رهيو حضرات اهلسنت جو عقيده. هن ۾ خلافت علي منهاج النبوت جا ٽي طريقه آهن- اجماع- وصيت ۽ شوريٰ- چوٿون طريقو قهر و غلبه آهي.

هاڻي ڏسڻو آهي ته يزيد جي خلافت جو تعلق ڪهڙي طريقه سان آهي.

## اجماع

يعني ڪنهن ڳالهه تي ارباب حل و عقد ۽ با اثر ماڻهن جو اتفاق هجڻ.

يزيد جي زماني ۾ اڪثر اصحاب ڪرام ۽ سندن اولاد به هئا. جن جو ڪنهن به وقت يزيد جي خلافت تي اجماع ڪونه هو. هن جو ناقابل انڪار ثبوت جنگ حره آهي جا يزيدي فوج ۽ مدينه جي رهاڪن جي وچ ۾ لڳي جنهن ۾ يزيد جي بيعت کان انڪار ڪرڻ تي چار سؤ صحابين کي قتل ڪيو ويو. جي هن مقدس گروه بيعت ڪري ورتي هجي ها يا

بيعت تي راضي هجي ها تہ جنگ ڪرڻ جي ضرورت
ئي پيش نہ اچي ها.

هن وقت جون ممتاز هستيون مدينہ ۾ چار هنيون.
امام حسين عليہ السلام - عبدالله ابن عمر - عبدالله ابن
زبير ۽ عبدالرحمان ابن ابي بڪر - جڏهن امير معاويہ
يزيد جي بيعت وٺڻ لاء مدينہ آيو تہ هنن چئني انڪار
ڪري ڇڏيو هو. حضرت عبدالله ابن عمر ۽ حضرت
ابن عباس جيڪڏهين پنهنجي راء بعد ۾ بدلائي ڇڏي
تہ اها يزيدي خوف سبب چئي ويندي ۽ نہ ڪنهن دلي
رغبت سبب جو جو پهرين راء ڪان ڦرڻ جو سبب
هي ٿي نٿو سگهي تہ يزيد مان اهي سڀ خرابيون ۽
نقص دور ٿي ويا هئا جن جي ڪري پهرياڻن انڪار
ڪيو ويو هو ۽ حضرت عبدالله ابن عمر معاويہ جا
موڪليل ٻہ لک روپيہ هي چئي موٽائي ڇڏيا تہ منهنجو
ايمان اهڙو سستو ناهي تنهنجي معنيٰ تہ يزيد جي بيعت
ايمان فروشي آهي.

## وصيت

يزيد لاء هي صورت ٻہ نہ هئي. خلافت راشده
جو دور ختم ٿي چڪو هو. امير معاويہ جي عهد ڪان
بـاد شاهت ملوڪيت جو دور شروع ٿيو. تنهن ڪري

خلافت راشده لاء جي صورتون هيون سي ختم ٿيون. امير صاحب جي وصيت هاڻي اهڙي هئي جهڙي عام ادشاهن جون وصيتون پنهنجي وليعهد لاءِ. اهڙي صورت ۾ بيعت جي ضرورت به باقي نه رهندي.

## شوريٰ

يزيد جي خلافت متعلق ارباب حل و عقد جي ڪابه مشاورتي ڪميٽي منعقد نه ڪئي وئي ۽ نه ان جي ميمبرن جو انتخاب ئي ڪيو ويو ۽ ملوڪيت لاءِ شوريٰ جي ضرورت به ڪانه هئي. امير معاويه جي مشوره ڪيو به هوندو ته مغيره ابن شعبه عمرو عاص ۽ مروان جهڙن سان ۽ هي جئن ته عادل ۽ ثقه نه هئا تنهنڪري اهل خبره مان به نه هئا. رهي چوٿين صورت.

## قهر و غلبه:-

ته اسلامي خلافت جي آئين سان هنجو ڪوبه واسطو ڪونه آهي. هي ته عام طور تي دنيا ۾ ٿيندو رهي ٿو پوءِ اهڙي حڪومت لاءِ ته بيعت لازم ڪونه آهي. تنهن ڪانسواءِ يزيد جي بيعت جي معيار مطابق ڪونه هئي.

يزيد جي بيعت ۾ اقرار ڪرڻو پوندو ته آءٌ يزيد جو غلام آهيان منهنجي جان مال و آبرو سڀ هنجي

لاءِ آهن. اسلامي بيعت جو انهي سان ڪهڙو تعلق. عهد رسول کان وٺي خلافت راشده تائين اهڙا اڪر بيعت لاءِ اصل نہ ليندا. بيعت دراصل حاڪم ۽ محڪوم جي وچ ۾ هڪ ديني معاهدو هو. هڪ طرف هي اقرار ٿيندو هو تہ آئون شرعي حڪم بنان خيانت جي پهچائيندس ۽ قوانين الاهي جي حفاظت ڪندس ٻئي طرف کان هي اقرار ٿيندو هو تہ آئون اوهان جي اطاعت ڪندس. اتي تہ غلاميءَ جو ڪو سوال ڪونہ هو. تنهن ڪري يزيد جي بيعت جو سوال اصل غلط هو.

هن سلسلہ ۾ هي بہ چوٿو آهي تہ امير معاويہ کي يزيد کي ولي عهد ڪرڻ يا ان بابت اهڙي وصيت ڪرڻ جو حق هن ڪري بہ نہ هو جو امام حسن ۽ معاويہ جي وچ ۾ جو صلحنامو ٿيو هو انهيءَ جو هڪ شرط هي بہ هو تہ معاويہ کي پنهنجو جانشين مقرر ڪرڻ جو ڪوبہ حق نہ آهي. جي امام حسن جي موجودگي ۾ معاويہ جو انتقال ٿي وڃي تہ سلطنت امام حسن کي موٽي ملندي ۽ اگر هي وفات ڪن تہ امام حسين کي ملندي. اهڙي صورت ۾ يزيدي حڪومت لاءِ ڪو جواز پيدا ٿئو ڪري سگهجي ۽ جي ڪڏهن قهر و غلبہ سان

حڪومت تي قبضو ڪيو وڃي ته امام حسين لاءِ ان جي بيعت لازم نه آهي.

اسلامي قانون مطابق خلافت جو حق انهي کي حاصل ٿي سگهي ٿو جو متقي و پرهيزگار ۽ علم ۽ دين مان پوري واقفيت رکندو هجي. يزيد ۾ هي لياقتون بلڪل نه هيون جيئن اسلامي تاريخن مان ظاهر آهي تنهنڪري امام حسين جهڙي مقدس انسان لاءِ جيڪو هر لحاظ کان يزيد کان برتر هو هيءَ بيعت ڪيئن صحيح ٿي سگهي ها. يزيد جو فسق و فجور ايتريقدر مشهور ڳالهه هئي جو هين جي کهڙي ڳالهه ڪجي خود امير معاويه به عاجز ٿي پيو هو.

## حسيني فراست ۽ عمل بالاحتياط

امام حسين عليه السلام گهڻي مدت کان شامي حڪومت جو رويه پنهنجي خاندان جي خلاف ڏسندو پئي آيو. محبان علي جون جانيون جنهن بيدردي سان ورتيون ويون سي المناڪ صورتون به پيش نظر هيون. سندن روحاني اقتدار کي جنهن نموني سان برسر منبر گهٽ ڪيو پئي ويو تنهنجو به خوب علم هو. حديثن گهڙڻ جا ڪارخانه کوليا ويا تن جون به خبرون پهتيون پئي. بني اميه اسلام جي بنيءَ کي مڪڙن جيان کائي رهيا هئا

تنهنجو بہ علم ھو. شريعت محمدي ۾ دست اندازي ۽
توڙ جوڙ ڪئي پئي وئي سا بہ نظر ۾ ھئي. جن ناجائز
تدبيرن سان عوام تي تسلط حاصل ڪيو پئي ويو تنھن
کان بہ آگاہ ھئا. اڳتي ھلي جو ڪجھ ٿيڻ وارو ھو
سو بہ ڄاڻندا ھئا اھڙي صورت ۾ امام عليہ السلام کي
پنھنجي زندگي ۽ موت جو پروگرام نهايت فراست ۽
دانشمندي سان ٺاھڻو ھو.

حضرت امام حسن عليہ السلام جي خلافت نہ ملڻ
کان پوءِ حضرت امام حسين عليہ السلام جنھن صبر و
ضبط سان معاويہ جي سلطنت جو باقي زمانو گذاريو سو
پنھنجو مٽ پاڻ ھو. ڪو ٻيو ھجي ھا تہ خبر ناھي تہ
ڪھڙا ڪھڙا انقلابي واقعا اسانجي نظر جي سامھون ھجن ھا.

جنھن نموني ۾ واقعات ھڪ ٻئي پٺيان آيا ٿي تنھن
مان صاف ظاھر ھو تہ ھن حڪومت ۾ حسين ۽ سندس
خاندان لاءِ باعزت زندگي بسر ڪرڻ ممڪن نہ ٿيندو.
پراڻي دشمني ھر نموني ۾ پنھنجو انتقام وٺڻ جي فڪر
۾ ھئي. امير معاويہ پس پرده اھي سڀ تير ھلائي رھيو
ھو جيڪي ھنجي ترڪش ۾ تمام خبرداري سان خاندان
رسول جي خاتمہ لاءِ رکيا وٺا ھئا.

زندگيءَ جو وقت پورو ٿيندو ڏسي باقي پروگرام
وليعهد بهادر کي سمجهائي ويو.

بيان ڪيائين. ڪوڙا دلاسا ٻه ڏنائين پر جڏهن معلوم ٿيس ته هنجو ڪوبه اثر نه ٿيو ته تلوار جو چمڪاٽ ٻه ڏيکاريائين دڙڪو دامان بہ ڪياءِ، جي حسين ڪي بيعت ڪرڻي هجي ها ته انهي وقت ئي ڪري ڇڏي ها. پر بيعت نڌهين ڪري هـا جڏهن وحي سندس گهر جي بجاءِ معاويه جي گهر ۾ اچي ها. رسالت جو تاج هنجي نانا جي بجاءِ معاويه يا انجي پيءُ تي رکيو وڃي ها. امام عليه السلام جڏهن خلافت جو حقدار پيءُ کي نه سمجهو ته پٽ کهڙي ليکي ۾. اميرصاحب جي مديني کان واپسيءَ بعد يزيد جي بيعت جو معاملو جهڙي طرح گهڻن ٻين ديندار مسلمانن لاءِ پريشانيءَ جو باعث هو انهي کان گهڻو وڌيڪ حسين عليه السلام لاءِ هو. انهي ڪري ئي بيعت کان انڪار جي صورت ۾ جو ڪجهه ٿيڻو هو سو سندن نظر جي سامهون هو.

جڏهن مديته جي حاڪم وليد هـي مسئلو حضرت جي سامهون رکيو ته هي ڪا نئين ڳالهه ڪانه هئي. هڪ پراڻي ڳالهه هئي جنهن تي وڌيڪ غـور ڪرڻ جي ڪابه ضرورت ڪانه هئي.

هاڻي اسان کي ٿوري دير لاءِ هن ڳالهه تي غور ڪرڻ کپي ته ڇا مديته جي عوام جيان حسين کي به

يزيد جي خواهش پوري ڪري ڇڏڻ گهرندي هئي ۽ انهن پنهنجي جان مال ۽ آبرو محفوظ ڪري سگهجي ها. هاڻي سوال هي آهي ته بيعت ڪرڻ سان حسين کي يزيد مان ڪهڙو فائدو ٿئي ها. ديني فائدو ته ظاهر آهي. ”او خويشتن گم است کرا رهبري کند“ رهيو دنيوي فائدو ته حسين مال و دولت جو طالب نه هو. حڪومت ۽ عهدي جو طلبگار نه هو. صرف امن جي زندگي ۽ پنهنجي ناني جي دين جي تبليغ چاهياءٿي. هي ٻئي مقصد بيعت ڪرڻ کان پوءِ به حاصل ٿي نه سگهن ها. دين جي تبليغ سان يزيد جا پول پڌرا ٿي پون ها. ديني مسئلن ۾ جي ڪجهه غير مناسب ڳالهيون يزيد ڪري رهيو هو تن کان بيعت جي سبب کان حسين چشم پوشي ڪري ها ته انهن جي خلاف وعظ و نصيحت ڪري ها. اهڙي صورت ۾ ضرور کين قتل ڪيو وڃي ها. بيعت کان پوءِ امام مجبور ٿئي ها ته يزيد جو ڪري ها يا چئي ها سا هن جي ها ۾ ها ملائي ها ته،

بيعت کان امام کي معاذالله ممبر تي پنهنجي والد يا ڏاڏ تي تبرا ڪرڻي پوي ها. انڪار جي صورت ۾ قتل ڪيا وڃن ها جهڙي طرح حجر بن عدي عمرو

بن الحمق وغيره.

يزيد جي غلامي جو اقــرار ڪري ايماني دنيا ۾ حسين جي پوزيشن ڇا رهجي وڃي ها؟ اهائي جا هڪ ذليل غلام جي ٿيندي آهي.

ڪٿي يزيد ڪٿي حسين
ڪٿي زمين ڪٿي آسمان

اهڙي ذلت جي زندگي کان موت بهتر آهي.

هي يقيني ڳالهه آهي ته يزيد اولاد عليءَ کي دنيا ۾ جيئرو ڏسڻ گوارا نه ٿي ڪيو، ڇو جو هنجي دل ۾ پنهنجن انهن بزرگن جي خون جي انتقام جي باه ٻري رهي هئي جيڪي بدر و احــد ۾ علي جي تلوار سان ماريا ويا هئا. بالفرض جيڪڏهين امام بيعت ڪري به ها تڏهن به ڪنهن نـــه ڪنهن الزام تي کين قتل ضرور ڪرايو وڃي ها.

هي ڪا فرضي يا خيالي ڳالهه ڪانه آهي پر قطعي ۽ يقيني ڳالهه آهي تـــه امام حسن عليه السلام جيڪو نتيجو صلح کان پوءِ ڏٺو اهو ئي حسين ڏسي ها. امام حسن کي جي جيئرو ڇڏيو وڃي ها ته پوءِ امام حسين لاءِ به اهڙي اميد ڪري سگهجي ها. يزيد لاءِ ناممڪن هو ته هو دين ۾ ڪا مداخلت نه ڪري ۽ حسين لاءِ

ناممڪن هو ته پنهنجي ناني جي دين جي تباهي خاموشيءَ
سان ڏسي سگهي، نتيجي ۾ ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن
ٽڪر ضرور هو ۽ قتل ٿي وڃڻ يقيني.
بهر حال يزيد جي سوال تي امام حسين عليہ السلام
پوري طرح غور ڪري چڪو هو ۽ ڪنهن به نموني
۾ هنجي اطاعت قبول ڪري نٿي سگهيو. يزيد جي
بي ديني، عيش عشرت ۽ مسلمان ڪشي ڪا لڪل
ڳالهه نه هئي. هن بابت اينترو ثبوت موجود هو جو
اسلامي قانونن جي سنڀال جي هن ڪان ڪابه اميد
ڪانه هئي.

بخاري ۾ آهي ته انس بن مالڪ شام ڪان واپس اچي
تمام رنو ڪنهن هن ڪان سبب پڇيو چيائين ته رڳو ان
ٿو جو عهد رسول جي ڪابه ڳالهه هن زماني نظر
نه ٿي اچي. چيائونس ته ڇا نماز به ناهي. جواب ڏنائين
ته اها به ضايع ٿي وئي. صحابه جو وفد جو دمشق
ويو هو انهي به واپس اچي يزيد جي سخت مذمت
ڪئي ۽ هنجي بڇڙن ڪمن کي هڪ هڪ ڪري شمار
ڪرايائون. اهڙي صورت ۾ نبي جي ڏهتي لاءِ جو
اسلام جو هڪ مقدس ترين فرد به هو، هي جائز هو
ته يزيد جي بيعت ڪري؟ جي ائين ڪري ها ته

پوءِ حسين نہ رهيا ها . هن کي اسلامي ملڪ جي
ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ عزت جي زندگي بسر ڪرڻ جو
موقعو نہ ملي ها .

جڏهن هي مسئلو طيءِ ٿي چڪو تہ يزيد جي بيعت
ڪنهن بہ صورت ۾ ڪرڻ نہ گهرجي تہ پوءِ امام عليہ
السلام کي انهي يقين سان تہ انڪار جي حالت ۾ موت
يقيني آهي ، پنهنجي مرڻ لاءِ هڪ پروگرام ٺاهڻو پيو .

هي پروگرام حضرت اهڙو سوچي سمجهي بنايو
جو وڏا عالي دماغ مفڪر ۽ روشن خيال مدبر بہ
حيرت ۾ پئجي ويا ۽ کين اقرار ڪرڻو پيو تہ زندگي
۽ موت جو هن کان بهترين پروگرام ٿي نٿو سگهي .

مرڻ آسان آهي پر مري حيات ابدي حاصل
ڪرڻ ۽ پنهنجي محبت جو انسانيت جي رڳن ۾ خون
ڊوڙائي ڇڏڻ مشڪل آهي .

انسان جي فطرت آهي تہ جڏهن هو زندگي کان
مايوس ٿي وڃي ٿو ۽ ڪنهن ظالم جي ظلم جو
خوفناڪ تصور هنجي ذهني قوتن کي ڪمزور ڪري
وجهي ٿو تہ پوءِ هو پنهنجي جان بچائڻ لاءِ سوين
تدبيرون سوچي ٿو ۽ قطعاً هن جي پرواه نٿو ڪري
تہ هن جو ڪهڙو قدم صحيح آهي ۽ ڪهڙو غلط .

اهڙي حالت ۾ هن کي پاڻ ڏاران ٻئي ڪنهن ڳالهه جو فڪر نه هوندو آهي. هي انساني فطرت جي ڪمزوري آهي جو ڪنهن جاءِ تي پهچي حق و باطل ۾ فرق محسوس ڪري نه سگهي. امام حسين عليه السلام جي ڪردار جي بلندي ۽ ايمان جي قوت هن ڪان گهڻو بالا تر هئي. جان هلي وڃي يا نه پر هو ڪنهن حالت ۾ به نه حق ڪان ترجيترو تفاوت ڪرڻ وارا هئا ۽ نه پنهنجي دامن تي بداخلاقي جو داغ قبول ڪرڻ واراه

## حسين ابن علي جو حيرت انگيز پروگرام

هاڻي ان نظام عمل تي هڪ سرسري نظر ڪرڻي آهي ۽ ان جي هر هڪ پهلو تي چڱي طرح غور ڪرڻو آهي.

بيعت ڪان انڪار جي صورت ۾ يزيد سان مقابلو ضرور ٿيندو. ليڪن هڪ منظم سلطنت سان جنهن جي قبضي ۾ هڪ مڪمل ۽ منظم فوجي طاقت آهي جنهن وٽ بي انتها خزانو آهي ان سان هڪ اهڙي انسان جو مقابلو جنهن وٽ نه خزانو آهي ۽ نه فوج خودڪشي جي برابر ٿيندو. دنيا چوندي ته جي مقابلي جي طاقت نه هئي ته پنهنجي جان ڇو ڏنائين. هي هڪ نازڪ مسئلو هو جنهن جو حل سوچڻ حسين جنهو پهريون

فرض هو. بنا سوچ ويچار جي ڪنهن طاقت سان ٽڪر کائڻ اجائي ڏئي بدنامي ڪنهن آهي.

حسين عليه السلام هن مشڪل کي تمام خوبي سان حل ڪيو ۽ پنهنجي پروگرام کي هيٺين بنيادن.

(الف) نمونو کي ڪنهن به حالت ۾ قوت جو مقابلو قوت سان ڪرڻو نه آهي پر ضعف ۽ مظلوميت سان ڪرڻو آهي جنهن جي صورت هي ٿيندي.

(١) حڪومت جي برخلاف پروپگنڊا نه ٿيندي.

(٢) ڪو به لشڪر گڏ ڪيو نه ويندو.

(٣) جنگ جي شروعات پنهنجي طرفان ڪئي نه ويندي.

(٤) دشمن جي حملي کي دفع ڪيو ويندو ته بزدلي جو عيب نه لڳايو وڃي.

(٥) پنهنجي فتح جو دلاسو ڏيئي ڪنهن کي به دوکي ۾ رکيو نه ويندو.

(٦) اسان جي ارادي ۽ حرڪت ۾ دنيا طلبي کي ڪو دخل نه هوندو.

(ب) اسان کي مديني رسول ۾ جنگ ڪرڻي نه آهي.

(١) احترام حرم رسول اسان جو فرض آهي.

جيتوڻيڪ مدد جا امڪان اتي گهڻا آهن هر قسم جي سهوليت به هوندي پر اتي قتل و خون کان بعد پنهن جي دامن تي اهو داغ پسند نه ڪندس ته رسول جي ڏهٽي بي حرمتي جي ابتدا ڪئي ۔

٢- آئون پنهنجي ڪري پنهنجن هم وطنن کي قتل ڪرائي بيواهن ۽ يتيمن جون فريادون ٻڌڻ نٿو چاهيان ته حسين جي ڪري اسان تي تباهي نازل ٿي.

٣- آئون مديني مان چورن ۽ مجرمن جيان لڪي نه نڪرندس انهي لاء ته منهنجي خانداني شجاعت تي داغ نه لڳي ۽ اهل مدينه کي هن عذر جو موقعو نه ملي ته اسانکي اگر روانگي جي خبر هجي ها ته اسين به گڏ هلون ها ۽ فرزند رسول کي اهڙي بي سرو ساماني ۾ وڃڻ نه ڏيون ها. تنهن کان سواء جي لڪي نڪتا ۽ واٽ تي پڪڙجي پيا نه مجرم ٿي مديني ۾ اچڻو پوندو ۽ هي گوارا نه هو.

(ٿ) مدينه ڇڏي اسانکي سڌو حرم خدا (مڪه) ۾ پناه وٺڻ لاء وڃڻ گهرجي.

١- هتي ڪنهن طرف وڃڻ ۾ پهرياء ته طرح طرح جون تڪليفون هيون ۽ جي گرفتار ٿي پيا ته دنيا وارا طعنه ڏيندا ته رسول جي ڏهٽي جي ايمان جي ڪمزوري

ڏسو جو حرم خدا کي ڇڏي ٻي جاءِ تي پناه وٺڻ لاءِ
ويو، گرفتار ٿي پيو ڇگو ٿيو ڇوته اهتري ڳالهه به سمجهه ۾
نه آيس ته حرم خدا ۾ ڪنهنکي طاقت نه آهي جو ستائي
سگهي. آخر اسلامي حڪومت هئي ڪهڙي حد تائين
هن صاف حڪم جي خلاف ورزي ڪندي.

من دخله ڪان آمنا

٢- جي حرم خدا ۾ دشمن گرفتار ڪيو ته هننجي
بي دينيءَ ظاهر ٿي ويندي ۽ منهنجي پوزيشن محفوظ رهندي
(ج) اڻ سان گڏ عورتن ۽ ٻارن کي به وٺي ويندس.

١- هي پهريون ثبوت ٿيندو ته جنگ جي ارادي
سان وچي نه رهيو آهيان.

٢- بني اميه منهنجي قتل جي واقعه کي لڪائڻ جي
هر ممڪن ڪوشش ڪندا ۽ جيئن منهنجي پاڻ جو خون
لکي ويو ۽ ڪنهنکي خبر نه ٿي ته زهر ڪٿان آيو ۽
اصلي قاتل ڪير هو اهڙي طرح نه منهنجي قاتل جي
خبر پوندي ۽ نه منهنجي بي گناهي جي، تنهنڪري
منهنجو خون رائيگان ٿيندو.

٣- منهنجي خاندان جي عورتن ۽ ٻارن کي اگر
دشمن قتل ڪندو يا قيد ڪندو تہ هن جي اسلام
دشمني ظاهر ٿيندي.

٤- اسانجون عورتون ظلم جا داستان ٻڌائي ماڻهن تي ظاهر ڪنديون ته ٻڌڻ ٻڌي دور ۾ انسانيت جو تالو به نه آهي.

(ح) هن جنگ ۾ الحرب خدعة تي عمل ٿيندو ته پنهنجن کي ڌوڪو ڏبو نه دشمنن کي.

(خ) ڪنهن حالت ۾ به اسلام جي حدن کان قدم ٻاهر نه رکيو ويندو پوءِ ڪٽي ڪيتريون مصيبتون به در پيش اچن.

(د) دنيا کي ڏيکاربو ته اسلامي زندگي ۽ موت ڪهڙو آهي.

(ذ) ظالم چوائي نه مرنداسين پر مظلوم بڻجي ۽ ڪهڙي مظلوميت؟

(١) دشمن کي رحم جي درخواست نه ڪبي.

(٢) بزدلي جو داغ دامن شجاعت تي نه لڳائبو.

(٣) آهڙو صبر ڏيکاربنداسين جو دنيا حيرت ۾ پئجي وڃي.

(٤) پنهنجي مظلوميت ۾ اها ڪشش پيدا ڪنداسين جيڪا دنيا کي ظالمن کان بيزار ڪري ڇڏي.

هي هئا حسيني پروگرام جا اهي جزا جن دنيا کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. ۽ هي سيکجهه عملي طور تي

ڪري ڏيکارڻ اهڙو ڏکيو هو جنهنجي تصورڪان دل ڏڪي وڃي ٿي. امام عليه‌السلام جي قوت اراديءَ ۾ ايتري حد تاءِ پختگي هئي جو ڪنهن منزل تي به نه ڪنهن قدم ۾ لغزش هئي ۽ نه پروگرام جي ڪنهن جزي ۾ ذرو به فرق اچڻ ڏنائون. ڪنهن شاعر انهي پروگرام تي نظر وجهي چيو آهي:-

از هيچ پيغمبر نه آيد اين ڪار
والله ڪه اے حسين ڪارے ڪردي

## وليد ۽ امام حسين جي ملاقات

يزيد جي خط ملڻ تي وليد امام حسين ڪي سڏايو. پاڻ انهي وقت مسجد رسول ۾ تشريف فرما هوا عبدالله بن زبير به موجود هو. پاڻ وليد جي سپاهيءَ ڪي فرمايائون نه تون هل آءُ اچان پيو. عبدالله ابن زبير حضرت ڪان پڇيو ته ڪهڙو خاص ڪم آهي جو وليد رات جي وقت سڏايو آهي. فرمايائون ته اٿين معلوم ٿو ٿئي ته معاويه جو انتقال ٿي ويو آهي ۽ يزيد بيعت جي خواهش ڪئي آهي.

ابن زبير چيو، پوءِ ڇا ارادو آهي فرمايائون ته جڏهن پڇيو ويندو تہ ڏنو ويندو. ابن زبير سمجهي ويو ته، هاڻ گرفتار ٿيڻ يقيني آهي سو انهي رات ڪنهن

غير مشهور رستي کان مڪہ روانو ٿي ويو.

امام عليہ السلام مسجد کان پنهنجي گهر ۾ آيا ۽ جوانان بني هاشم کي واقعي کان آگاه ڪري حڪم ڏنائون تہ هٿيار ساڻ ڪري حضرت سان گڏ دارالامارت تائين هلن. سڀ گڏ هليا جڏهن اتي پهتا تہ حضرت فرمايو تہ توهان سڀ اتي دروازي تي ترسو آئون اندر وڃي ڳالهہ ٻولهہ ڪيان جيڪڏهن ڪابہ سخت گفتگو ٿي ۽ منهنجو آواز بلند ٿئي تہ يڪدم اندر هليا اچجو.

امام، وليد جي محلات ۾ اندر داخل ٿيو تہ وليد پهرياءِ معاويہ جي مرڻ جو حال بيان ڪيو ۽ پوءِ يزيد جي بيعت جو مسئلو سامهون رکياءِ. پاڻ فرماياءِ تہ هي رات جو وقت آهي صبحاڻي سڀني جي سامهون هن مسئلي کي پيش ڪجائين جيڪو مناسب هوندو سو جواب ڏنو ويندو. وليد راضي ٿي ويو پر مروان جنهن کي خاندان رسالت سان خاص عداوت ۽ دشمني هئي چوڻ لڳو تہ اي وليد هي ڇا ٿو ڪرين جيڪڏهن هن وقت حسين بيعت ڪرڻ کان سواءِ تنهنجن هٿن مان نڪري ويو تہ هن تي وري قابو پائڻ مشڪل ٿيندو. بهتر آهي تہ هينئر ئي بيعت وٺ نہ تہ ڇڏ يا هنجو سر ڪپي يزيد ڏانهن موڪلي ڏي. هي ٻڌي امام کي

غصي اچي ويو ۽ دڙڪو ڏيئي فرمايائين ته تنهنجي يا وليد جي ڇا مجال جو زوري مون کان بيعت وٺي يا دست درازي ڪري؟ حضرت جو آواز بلند ٿيو ۽ جوانان بني هاشم اگهاڙين تلوارن سان اندر داخل ٿيا. مروان ڀڄي وڃڻ لڳو، ۽ وليد خوف ۾ ڪنبڻ لڳو قريب هو ته هاشمي تلوارون پنهنجي جو ڪم تمام ڪري ڇڏين پر امام عليه السلام هي چئي سيني کي روڪي ڇڏيو ته جنگ جي ابتدا پنهنجي طرف کان نه ڪندس. پوءِ امام واپس آيو.

هن واقعي تي امان کي ڪجهه تبصرو ڪرڻو آهي.

يزيد کي سلطنت تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ ملڪي معاملن ڏانهن توجه ڪرڻ کپندو هو ليڪن هن بيعت حسين کي سڀ کان مقدم رکيو ۽ تخت نشيني جي پٺيان ڏينهن پنهنجو قاصد روانو ڪيو انهي مان معلوم ٿئي ٿو ته امام عليه السلام جو وجود هنجي نظر ۾ ڪنڊي جيان چڀي رهيو هو ۽ هو قتل جو بهانو ڳولي رهيو هو جو وليد واري خط ۾ بن کان سواءِ ٽي ڳالهه نه هئي يا بيعت يا قتل.

بيعت کان انڪار ني ڪنهن کي به واجب القتل نٿو ٺهرائي سگهجي. سعد ابن عباده انصاريءَ مرڻ گهڙيءَ

نائين حضرت ابوبڪر جي بيعت نہ ڪئي ليڪن هن جي قتل لاء حڪم ڪونہ ڏنو ويو. حضرت عثمان جي بيعت نہ ڪرڻ واري گروه کي واجب والقتل نہ سمجهيو ويو - حضرت علي جي بيعت اسامہ وغيره نہ ڪئي ۽ طلحہ ۽ زبير بيعت ڪري ٽوڙي ڇڏي ليڪن علي هن جي قتل جو ڪوبہ حڪم نہ ڏنو

آخر اهو ڪهڙو اسلامي قانون هو جنهن مطابق يزيد هي حڪم لکي موڪليو تہ جي حسين بيعت نہ ڪري تہ سر قلم ڪيو وڃي. بيعت کان انڪار تي پيون بہ تہ ڪيتريون ئي انتقامي صورتون ٿي سگهيون ٿي مثلا.

(١) حسين کي آگاه ڪيو وڃي تہ بيعت کان انڪار جي صورت ۾ کيس سخت نقصان پهچندو.

(٢) انڪار جي صورت ۾ هن کي گرفتار ڪري سون وٽ موڪليو.

(٣) جلاوطن ڪريو.

(٤) معاشرتي بائيڪاٽ ڪيو.

(٥) هن کي گهر ۾ نظربند رکو ۽ سخت پهرو بهاريو.

(٦) هن وٽ ڪنهن کي بہ اچڻ وڃڻ نہ ڏيو.

پر هنن مان ڪابہ ڳالهہ هنجي ذهن ۾ ڪين اچي سگهي ٿي جڏهن منظور ئي قتل ڪرڻ يا غلام بنائي

رکيل هو ۔

انهي وقت يزيد جي بيعت جــــي خلاف صرف حسين ئي نہ هو بلڪ اصحاب ڪرام جي هڪ وڏي جماعت بہ هئي جن ۾ عبدالله ابن زبير ، عبدالله ابن عباس ، عبدالله ابن عمر ۽ عبدالرحمان ابن ابوبڪر بہ شامل هئا ليڪن انهن مان ڪنهن کي بہ بيعت کــــان انڪار تي واجب القتل نہ ٺهرايو ويو ۔ هي حڪم خاص حسين لاءِ هو ۽ ڪوئي جي ڪن برابر ڪاغذ ٽي هن جي ئي لاءِ لکيو ويو هو ۔

اهل انصاف غور فرمائين تہ يزيد پنهنجي انهي حڪم ۾ ڪهڙي حد تائين حق بجانب هو ۔ وليد حاڪم مدينہ ۽ امام جي وچ ۾ هي ڳالهہ طئي ٿي نــہ صحابي جلسہ عام ۾ هن ڳالهہ کي رکيو ويو ۔ اني ئي امام پنهنجي راءِ ظاهر فرمائيندا ۔ ليڪن ڪابہ تاريخ اهو نٿي ٻڌائي تہ مدينہ ۾ ڪو اهڙو جلسو ٿيو جنهن ۾ مدينہ جي رهاڪن خصوصاً صحابہ ڪرام کي سڏائي يزيد جــــي بيعت جو مسئلو پيش ڪيو ويو هجي ۔ تنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ جيڪو زور هو سو صرف حسين جي بيعت لاءِ هو ۔ ڪنهن بہ تاريخ مان هي بہ ثابت نٿو ٿئي تہ هن خط کان پوءِ صحابہ کان بيعت جي تقاضا ئي هجي

يا هنن کي ٻ ۽ بيچاريو ۽ ڌمڪايو ويو هجي يا هنن کي گرفتار يا قتل ڪيو ويو هجي. جي بيعت کان انڪار جي سزا ظلم ڪرڻ جي هئي ته هر بيعت کان انڪار ڪرڻ واري کي اهائي سزا ملڻ کپندي هئي ۽ مروان کي هرهڪ متعلق اهائي راءِ ڏيڻي هئي جيڪا حسين عليه السلام جي متعلق وليد کي ڏني هئائين.

عبدالله ابن زبير صاف ۽ صحيح سلامت نڪري ويو. مديني جي حڪومت کي خبر به پئجي وئي هئي ليڪن هن جي گرفتاري يا قتل لاءِ ڪابه فوج نه ٻوڙي. هن مان معلوم ٿيو ته يزيد جي دل ۾ انتقامي جذبه جي باه سڀ کان گهڻي حسين لاءِ ٻري رهي هئي ۽ ان کان سواءِ بيو ڇا چئي سگهجي ٿو ته يزيد ۽ سندس حمايتن کي خاندان رسالت کي برباد ڪرڻ ۽ ئي پنهنجي سلطنت جو اعليٰ مقصد نظر اچي رهيو هو.

وليد اگرچه بني امين مان هو پر هنجو ضمير چئي رهيو هو ته حسين بي قصور آهي ۽ هي به ته يزيد کي هن کان بيعت طلب ڪرڻ جو ڪو به حق ناهي. جيڪڏهن هو امام کي خطاوار سمجهي ها ته بئي ڏينهن ئي گرفتار ڪرائي ڇڏي ها يا جڏهن پاڻ مدينه مان

وجن تي هئا ته گهيرو ڪري روانگي کان روڪي
ڇڏي ها ۽ جي بي خبري ۾ ذڪري ڏ ويا هئا تـه
جيئن عام ۾ مشهور رستي کان وچي رهيا هئا فوج جي
ذريعي گرفتار ڪري مدينه واپس سڏائي ها ليڪن ائين
نه ٿيو - وليد جي دل ۾ چاهي امام جو روحاني احترام
نه هجي ليڪن هن جي بي گناهي جو يقين ضرور هو -
امام عليه السلام جي حق پرستي جي هيءَ اها ناقابل
ترديد گواهي آهي جا خود يزيد جي گهر جي آهي -

## مدينه مان روانگي

وليد جي ملاقات کان پوءِ امام عليه السلام مدينه
مان ڪڏهن روانا ٿيا تنهن ۾ اختلاف آهي - بعض مقاتل
۾ آهي ته ٻئي ڏينهن روانا ٿيا پر هي ڳالهه عقل قبول
نٿو ڪري ڇو جو حضرت چپ چاپ مدينه مان نـه
نڪتا بلڪ سڄي خاندان ۽ مدينه جي رهاڪن کي واقعي
جي نوعيت کان آگاهه ڪري پوءِ نڪتا - وري خاص
ڳالهه هي آهي ته پاڻ اڪيلا سفر ڪرڻ وارا نـه هئا
جو عبدالله ابن زبير وانگر يڪدم روانا ٿي وڃن پر
سڄو خاندان به گڏ وڃڻو هو ۽ وري گرمي جي موسم
۾ ڊورانهون سفر جنهن جي تياري چند ڪلاڪن ۾
ممڪن نه هئي - جلاءُ العيون ۾ آهي ته ٢٧ رجب تي

امام جي ملاقات وليد حاڪم مدينه سان ٿسي هئي ۽ شيخ مفيد لکيو آهي ته ٽين شعبان تي امام عليه‌السلام مدينه کان روانا ٿيا يعني وليد جي ملاقات کان پوءِ گهٽ ۾ گهٽ پنج ڏينهن حضرت جو قيام مدينه ۾ رهيو.

بهر حال امام عليه‌السلام جو هي سفر اهڙو نه هو جو مدينه جي رهاڪن کي انهي جي خبر نه ٿي هجي. ۽ هو موڪلائڻ نه آيا هجن. گهڻائي آيا ۽ هن سفر اختيار ڪرڻ کان منع به ڪيائون. اهلحرم کي گڏ وٺي نه وڃڻ تي به گهڻو زور ڪيائون ۽ جڏهن هي سڀ ڪجهه ثابت آهي ته حاڪم مدينه کي به هن سفر جي خبر هئڻ يقيني آهي. پوءِ هن يزيد جي حڪم جي تعميل ڇو نه ڪئي. مروان جي مشوره تي عمل ڇو نه ڪيو حسين کي مدينه مان نڪرڻ ڇو ڏنائين.

جيڪڏهن انهي جي جواب ۾ ڪو چوي نه حاڪم مدينه کي انديشو هو ته جي هن وقت مداخلت ڪبي ته فتنو ۽ فساد برپا ٿي ويندو جنهن کي روڪڻ مشڪل ٿي پوندو ته جواب هي آهي ته اهو خطره يزيد کي ڇو نه ٿيو جڏهن هن حڪم موڪليو هو ته بيعت کان انڪار تي قتل ڪيو وڃي. اهو خطره مروان

ڪري ڇو نه ٿيو جڏهن وليد ڪي حسين جي قتل ڪرڻ
جو مشورو ڏنو هئائين. آخر حسين وٽ اها ڪهڙي
فوج هئي جنهن مان خوف هو. بني هاشم مان آگرين
تي ڳڻڻ جيترا ماڻهو هئا انهن مان ايڏو خوف ڪيئن
ٿي پيو جو مديني جي فوج کي مقابلي جي طاقت نه رهي
تنهن ڪري ميٺو پوندو ته وليد جي دل تي امام عليه
السلام جي بي گناهي جو ڪافي اثر هو. انهي لاءِ
هن امام جي خلاف ڪو عملي قدم نه کنيو. انهيءَ
قصور جي سزا ۾ وليد کي معزول ڪيو ويو.

هاڻي سوال هي پيدا ٿئي ٿو ته، جي حسين عليه
السلام جو بيعت کان انڪار ڪرڻ ۾ مديني مان نڪري
وڃڻ صحيح ۽ حق بجانب هو ته مديني جي رهاڪن
ڇو هنجي همراهي نه ڪئي. جي سڀ نه ته به ڏهه
ويهه خاندان ته گڏ وڃن ها - جي هي به نه ٿي سگهيو
ته گهٽ ۾ گهٽ هاشمي خاندان جا ته سمورا افراد ساڻ
هجن ها. عباس ابن عبدالمطلب جي خاندان مان
هڪ ماڻهو به نه هو. محمد حنفيه جو امام جو ڀاءُ هو
عبدالله ابن جعفر جو امام جو پيٽوهو هو اهي به مديني
۾ رهجي ويا. انهي مان معلوم ٿئي ٿو ته امام جي
سفر جو ارادو نه صرف اهل مديني کي ناپسند هو پر

مقدس خاندان وارن کي به ناپسند هو .

انهي جو جواب هي آهي ته ڪنهن منظم سلطنت سان ٽڪر کائڻ ۽ انهي جي برخلاف ڪڙو تيڻ ڪا معمولي ڳالهه ڪانه آهي هن ۾ خاندان تباه ۽ برباد ٿي ويندا آهن هزارين بي گناهن جو خون وهي ويندو آهي يزيد جي حڪومت تمام مضبوط هئي ۽ بني اميه جي ظلم ۽ تشدد پسندي کان هر شخص ڏڪي رهيو هو . ماڻهن ظلم کان مجبور ٿي پنهنجا در بند ڪري ڇڏيا هئا. امام عليه‌السلام سان صرف اهيئي ماڻهو هلي سگهيا ٿي جيڪي ايمان جي مقابلي ۾ نه جان جي پرواه ڪرڻ وارا هئا ۽ نه مال ۽ آبروءَ جي . هي ڳالهه هر شخص جي وس جي ناهي. هنن جي ايماني حالت جو اندازو ڪري امام عليه السلام هن نتيجي تائين پهچي ويو ته يزيدي طاقت جي مقابله ڪرڻ جي هنن ۾ جرات ناهي . اهوئي سبب آهي جو پاڻ ڪنهن به خاندان کي گڏ هلڻ لاءِ نه چيائون . جي دين لاءِ درد هجي ها ته چوڻ وارا خود چون ها ته اسين به گڏ هلنداسين .

ڪاٻه تاريخ اسان کي نٿي ٻڌائي ته امام عليه‌السلام ڪنهن به شخص کي انهي سلسلي ۾ ڪو به لفظ چيو

هجي . ڇو جو سندن پروگرام ۽ طاقت جو مقابلو طاقت سان نه هو تنهن ڪري انهي جي ضرورت به محسوس نه ٿي .

مدينه وارا يقينا امام عليه السلام سان محبت رکندا هوا . سندن فضائل و مناقب جو به اعتراف هون . سندن خانداني عظمت جو نقشو به دل تي هون . هنن جي سڄي عمر جا تعلقات به هن خاندان سان رهيا هئا . جيڪڏهن امام حسين عليه السلام هنن تي زور وجهي ها ته يقيناً گهڻائي ماڻهو ساڻن گڏ وڃن ها پر امام نه ڪڏهن اهڙو ارادو به نه ڪيو هو ڇوجو پاڻ يزيد کي طاقت سان شڪست ڏين نٿي چاهيائون .

جيڪڏهن عبدالله ابن زبير يزيد جي خلاف پروپئگنڊا ڪري هڪ وڏو فوجي نظام قائم ڪري سگهيو ٿي ، مڪه ۽ مدينه وارن کان بيعت وٺي سگهيو ٿي حجاز تي پنهنجي حڪومت جو جهنڊو لهرائي سگهيو ٿي ته ڇا امام حسين جي ذات اهڙي بي اثر ۽ غير مقبول هئي جو هنن سان ڪير به سندس همراهي نه ڪري ها ؟ يقيناً هزارين ماڻهو سندن جهنڊي هيٺ جمع ٿي وڃن ها . مگر هي نه صرف تڏهن ٿئي ها جڏهن سندن ارادو ملڪي فتح يا سياسي جنگ هجي

ها ـ امام عاليمقام جو مقصد هن کان گهڻو بلند ۽ بالا هو تنهن ڪري پاڻ فوج جمع ڪرڻ جو ارادو شروع کان وٺي نہ ڪيائون ۔

جيڪڏهن سندن اهڙو خيال هجي ها تہ جيڪر مديني جي رهاڪن جي مدد سان اتي جي حاڪم کي ماري ڪٽي پچائي ڇڏين ها ۔ اهڙي حالت ۾ هي چوڻ درست ٿئي ها تہ حسين جو ارادو خروج ڪري يزيد کان حڪومت ڦرڻ جو هو ۔

هاڻي رهيو اولاد عباس جو امام سان گڏ نہ وڃڻ تہ انهي جو هڪ سبب هي بہ هو تہ جڏهن عبدالله ابن عباس عهد اميرالمومنين ۾ هڪ صوبہ تي حڪمران هو تڏهن هن کان ڪي اهڙيون بدعنوانيون ٿيون جو اميرالمومنين کي ڪيئي دفعہ تنبيهہ ۽ هدايت ڪرڻي پئي ۽ جڏهن هو ڪنهن بہ طرح سان باز نہ آيو تڏهن مجبورا هن کي انهي عهدي تان هٽائڻو پيو ۔ اهڙيءَ صورت ۾ اميرن کي بادشاهن سان دشمني ٿي وېندي آهي ۔ ابن عباس کي خاندان رسالت سان انهي وقت تائين عقيدت هئي جيستائين هن کي فائدو هو جڏهن اهو سلسلو ختم ٿيو تڏهن عقيدت بہ ختم ٿي وئي ۽ محبت جي جاءِ دشمني ۽ عداوت ورتي ۔ انهي دشمني جو

نتيجو اهو نڪتو جو اڳيان هلي عباسين جون تلوارون هيون ۽ سادات جون گردنون .

حضرت محمد حنفيه پڻ ھاڻي ته تلوار هلائڻ جا قابل نه رهيا ڇو جو جڏهن کان پاڻ هڪ لوهه جي وڏي زره کي هٿن سان چيريو هوائون تڏهن کان جندن هٿن ۾ لرزش پيدا ٿي پئي هئي . پيو ته خاندان رسالت جون جيڪي مقدس بيبيون حضرت سان وڃي ته ٿي سگهيون انهن جي حفاظت جو بندوبست ڪرڻو هو ۽ انهي لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ تجربه ڪار ماڻهن کي ڇڏڻ ضروري هو ته جو بني اميه جي سازشن کان باخبر رهن ۽ مخدرات عصمت ۽ طهارت جي حفاظت ڪن ۽ حضرت جي وڃڻ کان پوءِ جيڪي واقعات پيش اچن تن جو اطلاع ڏيندا رهن .

## مدينه جي رهاڪن سان مشورا

امام عليه السلام جي روانگي جي خبر ٻڌي حضرت جي خاندان وارن ۽ مدينه جي مکيه هستين جيڪي مشورا مدينه ۽ مڪه ۾ ڏنا سي هي هئا :-

(١) توهان حرم رسول کي ڇڏي نه وڃو اسان سڀ اوهان جي مدد لاءِ موجود آهيون .

(۲) توهان جنهگن يا جبلن ڏانهن نڪري وڃو ۽ جتي ڏهن هي خطرو نه ٿي وڃي ته پوءِ مديني واپس اچجو.

(۳) توهان يمن هليا وڃو اتي توهانجي والد بزرگوار کي مڃڻ وارا گهڻا آهن.

(۴) زالن ۽ ٻارن کي ساڻ وٺي نه وڃو.

(۵) دمشق وڃي يزيد سان روبرو ڳالهايو.

(٦) مديني مان وڏن اصحابن جو وفد وڃي معاملو طيءِ ڪري اچي.

هاڻ اچو ته هنن مان هر هڪ مشوري جي نتيجي تي غور ڪريون.

(۱)

فرض ڪجي ته جيڪڏهن امام هي ڳالهه مڃي ها ته مديني مان وڃڻ نه گهرجي ته پوءِ معاملو بدتر ٿي وڃي ها - جي سڀ اهل مديني به ڪٺي مدد ڪرڻ لاءِ ڪمر بسته ٿي وڃن ها ته به ڪهڙي ڪارنتي هئي الهيءَ ڳالهه جي ته يزيد جي مقابلي ۾ امام حسين کي فتح حاصل ٿئي ها. ڇا جنگ حره ۾ سڀني اهل مديني

گڏجي يزيد جي فوجن جو مقابلو نه ڪيو هو ليڪن الهي جنگ جو جيڪو نتيجو نڪتو سو سڀني کي معلوم آهي. ڪهڙ ۾ ڪهٽ چار سو صحابي بي گناه قتل ٿيا ۽ مدينه رسول ۾ اهڙي بيدردي سان قتل عام ٿيو جو ڪنهن ترڪيب سان انهي جي مٽي جي ذرن کي نچوڙي سگهجي ها ته هوند خون جا درياه وهي هلن ها. منبر رسول جي اها توهين ڪئي ويئي جنهن جي تصور سان دل ڏڪي وڃي ٿي ڇا حسين هي سڀ الزام پاڻ تي کڻي ها؟

حسين جي دوربين نگاه مستقبل جي جنهن نقطي سان نگرانئي رهي هئي اهل مدينه تنهن کي سمجهي نه سگهيا. شهادت کان پوءِ امام عليه السلام جي راه جي درستي ۽ اصابت جو پتو کين لڳي ويو. اهل مدينه جا مشورا قابل شڪريه ضرور هوا پر قابل قبول نه هئا. ازآنسواءِ اهڙي جنگ ۾ امام جي شهادت عظمي جو مقصد ختم ٿي وڃي ها. جانيون به وڃن ها حرم رسول جي بي حرمتي به ٿئي ها. قيد بند جون تڪليفون به سهن ها يزيد جي غلامي جو طوق به ڳچيءَ ۾ پوي ها ۽ نتيجو ڪجهه به نه نڪري ها.

(۳)

ٽين راءِ يمن وچن جي هئي. هن مان ڪهڙو فائدو ٿئي ها جڏهن مدينہ وارا يزيدي فوج جي مقابلي ۾ ڪامياب نہ ٿيا تہ يمن وارا ڪيئن ٿين ها. جڏهن اصحاب رسول جو روحاني اقتدار بہ اثر انداز نہ ٿيو تہ يمن وارن جو خالص ايمان ڪهڙو ڪم ڪري ها نتيجو هي نڪري ها جو خاندان رسالت سان گڏ بيشمار محبان اهلبيت بہ ماريا وڃن ها ۽ مستقبل ۾ جيڪو فائدو هنن مان شيعن کي پهتو سو بہ ختم ٿي وڃي ها. آخر يمن وارن ۾ اها ڪهڙي عجيب طاقت هئي جيڪا حجاز، عراق جي ۽ شام فوجن کي لتاڙي ختم ڪري ڇڏي ها.

(۴)

چوٿين راءِ هئي تہ ٻارن ۽ زالن کي ساڻ وٺي نہ وڃن. هن راءِ وارا مٿين واقعن تي سطحي نظر رکڻ وارا هئا. جنهن نتيجہ تي امام عليہ السلام جي نظر هئي ٻين ماڻهن جي ذهنن کي انهي طرف ڪجهہ بہ ڌيان نہ هو. هن خاندان ۾ هيستائين جيڪي بہ موت ٿيا تن کي ارباب حڪومت، قدرتي موت چئي يا جرم جو الزام ڪنهن ٻئي تي رکي، اصلي قاتلن کي لڪائي ڇڏيو.

بني اميہ جي حڪومت جو نمونو امام عليہ السلام ورهين کان ڏسندا پئي آيا ۽ هنن جي نيتن کان بہ بخوبي واقف هئا. جيڪڏهن حضرت سان گڏ بيبيون ۽ ٻار نہ هجن ها تہ واقع جي نوعيت کي هِن الفاظن ۾ پبلڪ جي سامهون بيان ڪئي وڃي ها ۽ ڪليل لفظن ۾ ڪوفہ و شام ۾ مشهور ڪيو وڃي ها تہ هڪ خارجي خليفہ وقت تي خروج ڪيو هو تنهنڪري هن کي قتل ڪيو ويو. اهڙيون سياسي جنگيون تہ ٿينديون رهن ٿيون ڪنهن کي ڪهڙو لاچار پيو هو جو تفصيل معلوم ڪري ها.

هن ڪوڙ کي تہ انهن مظلوم بيبين پڌرو ڪيو جنجا مٿا اگهاڙا هئا ۽ هٿ ڳچن پوئان ٻڌل هئا. انهن يتيم ٻارن پڌرو ڪيو جيڪي بکيا ۽ اڃيا پريشان حالت ۾ اٺن تي پئي آيا. انهي بيمار پڌرو ڪيو جو هن لٽيل قافلي جو سالار هو. امام زين العابدين ۽ ام المصائب جناب زينب جا خطبا باہ جيان چوڌاري پکڙجي ويا ۽ زالون مرد سڀ آگاہ ٿي ويا تہ جنهن بي گناہ کي اڃيو ۽ بکيو ڪربلا ۾ شهيد ڪيو ويو آهي سو نبيءَ جو ڏهٽو آهي ۽ هي قيدي ناموس رسول آهن. حقيقت ظاهر ٿيندي ئي فريب ڪاريءَ جا پردا

چاڪ ٿي ويا ۽ بيشمار ماڻهون يزيد جي خلاف ٿي ويا.

حقيقت هي آهي تہ واقع ڪربلا جي سچي نوعيت امام عليہ السلام جي ذهن ۾ هئي- پنهنجي ناني پيءُ ۽ ماءُ کان ڪيئي دفع هي غم انگيز داستان ٻڌي چڪا هئا. انهي جو هڪ باب اهلحرم جي اسيري بہ هو -

اهڙي صورت ۾ اهل عيال کي ڪيئن ڇڏي سگهيا ٿي- هي واقعات زبان رسول ۽ زبان اميرالمومنين کان ٻڌا تہ گهڻن ماڻهن هئا پر حسين ۾ ۽ انهن ماڻهن ۾ فرق هي هو جو ٻين ماڻهن انهي بيان جي اهميت تي يقين نہ ٿي رکيو ۽ امام عليہ‌السلام انهيءَ جو هر هر پهلو واقع ٿيڻ يقيني ڄاڻو ٿي-

امام عليہ‌السلام جيڪو پروگرام ٺاهيو هو تنهن کان هر ڪنهن کي آگاه ڪرڻ نہ ٿي چاهيائين. ٻهرحال تہ انهي لاه عام ماڻهو اهو سمجهي نہ سگهن ها تہ امام عليہ السلام کي پنهنجي انهيءَ پروگرام سان دين جي ڪهڙي خدمت ڪرڻي آهي- ڇو جو هن قسم جي پروگرام جو ڪو نمونو موجود نہ هو تنهنڪري ماڻهن لاءِ انهي کي سمجهڻ مشڪل هو-

پيو انهي لاه تہ جو عوام جون نظرون عام لڙاين

ني هوندا يون آهن جيڪي ڪن ذاتي فائدن هيٺ ٿينديون آهن تنهنڪري هنن لاءِ اهو سمجهڻ مشڪل هو ته ظلم جو مقابلو مظلوميت سان، ضعف جو قوت سان ۽ حق جو باطل سان ٿيندو ڪيئن آهي.

ٽيون انهي لاءِ ته فاتح جي فتح ڪي شڪست سان، عزت ڪي ذلت سان بدلائي ڇڏڻ جي ڪهڙي صورت ٿيندي آهي. چوٿون انهي لاءِ ته بنا مڪر ۽ فريب جي جنگ ڪيئن ڪئي ويندي آهي. پنجون انهي لاءِ ته دشمن جي گهيري ۾ ايماني قوت جو مظاهرو ڪيئن ڪبو آهي.

(٥)

پنجين راهه هيءَ هئي ته دمشق وڃي يزيد سان روبرو ڳالهه ٻولهه ڪن. پر هيءَ به سياڻپ جي ڳالهه نه هئي. اهڙن ماڻهن نه حسين جي شخصيت کي سمجهو هو ۽ نه يزيد جي شخصيت کي.

ڇا هي ڳالهه سمجهه ۾ اچي ٿي ته جي امام يزيد سان مليو ها ته هو پنهنجي بيعت کان دست بردار ٿي وڃي ها. يزيد اهڙو ته چڱو ماڻهو ڪونه هو. جيڪو بيعت جي انڪار تي قتل جو حڪم ڏئي ٿو سو پنهنجي انهي ناپاڪ ارادي کان ڪيئن باز اچي

سگهيو ٿي- هن جي نظر ۾ جي خاندان رسول
جي ڪا عظمت هجي ها ته حسين عليه السلام جي
شخصيت ڪي هو واجب الاحترام سمجهي ها پر وءِ
کو جهيڙو ئي ڪونه هو-

يزيد پنهنجي اقتدار جي نشي ۾ مست هو ۽
خاندان رسول جو ڪو دشمن تنهنڪري هي ڪوشش
به فائدمند نه ٿئي ها-

هاڻي هڪ نظر امام عليه السلام جي شخصيت تي
به وجهڻ گهرجي- هو معمولي انسان نه هئا جو سر
جهڪائي يزيد جي دربار ۾ حاضر ٿي وڃن ها-
هي انهي رسول جا ڏهٽا هئا جنهن جي صدقي ۾ يزيد
کي اسلامي حڪومت ملي هئي ۽ جنهنجي صدقي
۾ هنجي ۽ هنجي خاندان وارن جي جان فتح مڪي
جي ڏينهن ظاهري اسلام قبول ڪرڻ تي بچي وئي
هئي- حسين انهي پيءُ جا فرزند هئا جنهنجي تلوار
يزيدي خاندان کي مٽي ۾ ملائي ڇڏيو هو- جنهن جي
تلوار جي ڌهڪاءَ هننجي دلين کي لرزي ۾ وجهي
ڇڏيو جنهن ڪيئي سال اسلامي زمين تي حڪمراني
ڪئي هئي جنهن صفين ۾ يزيد جي پيءُ کي زير
ڪيو هو- هو انهي ماءُ جا ماءُ هئا جيڪو اسلامي

حڪومت جو فرمانروا بنجي چڪو هو. بهرحال انهي
گهر جا فرد هئا جنهن ۾ نبوت حڪومت شرافت علم
فضل وغيره سڀ هئا. ڪيئن ممڪن هو ته هڪ مجرم
جي حيثيت ۾ يزيد جي سامهون وڃن ها ۽ هن کي
عرض ڪن ها ته خدا جي واسطي مونکي پنهنجي
بيعت کان معاف ڪر. حسين وٽ اهڙي زندگي کان
موت هزار دفعا بهتر هو. فرض ڪجي ته جي يزيد
کاوڙ ۾ پڙجي حسين کي قتل ڪرائي ڇڏي ها ته
پوء سندن ڪهڙي حيثيت رهجي وڃي ها.

(٦)

ڇهين راءِ هيءَ هئي ته مدينه مان امام عليه السلام
جي سفارش ۾ هڪڙو وفد موڪلجي. هن مان ڪهڙو
فائدو ٿئي ها. هي وفد وڃي اهوئي چوي ها ته حضور.
حسين ڇو جو نبي جو ڏهٽو آهي تنهنڪري هو نوهان
جي بيعت ڪرڻ نٿو چاهي. سو اوهان رحم ڪائي
پنهنجي بيعت تي زور نه رکو ۽ هن کي پنهنجي حال
تي ڇڏيو. پر هو چوي ها ته مونکي ته هن ۾ ڪا
اهڙي خصوصيت ڏسڻ ۾ نٿي اچي جو هن کي بيعت
کان معذور سمجهان. منهنجي مرضي مقابله ۾ حسين ڪا
شخصيت ڪانهي. آءٌ وقت جو بادشاه آهيان هن کي

منهنجي بيعت ڪرڻي پوندي- پوءِ اهو وفد کهڙو
جواب ڏي ها. جا هن کي اهتري جرات هجي ها جو
هن کي کو دندان شڪن جواب ڏئي سگهي.
جيڪڏهن يزيد چوي ها ته مونکي حسين مان انديشو
آهي ته ڪنهن وقت هو منهنجي برخلاف کڙو ٿيندو تنهنڪري
بيعت کان انڪار جي صورت ۾ آئون هنجي قتل کي
مناسب سمجهان ٿو ته پوءِ پڌايو ته وفد جا چئي ها.
جا انهي جي ذميداري پاڻ ٿي کڻي ها ته حسين کي
تنهنجي خلاف ڪجهه ڪرڻ نه ڏيندا سون ۽ جيڪڏهن
اها ذميداري پاڻ تي کڻن به ها ته حسين عليه السلام
انهي کي هرگز تسليم نه ڪن ها چو جو جڏهن دين
کي تباه و برباد ٿيندو ڏسن ها ته هنن جو ايماني فرض
ٿئي ها مداخلت و مزاحمت ڪرڻ.

هاڻي اسين انهن سڀني مشورن جي ترديد کان پوءِ
پڌائڻ چاهيون ٿا ته هن سفر شروع ڪرڻ کان پهرياءِ
امام عليه السلام کي اهو يقين هو ته هن سفر مان جيئرو
واپس نه ايندس تنهن ڪري زندگي سان گڏ مرڻ جو
پروگرام ٺاهڻ به امام حسين عليه السلام جو فرض هو
اهڙي صورت ۾ ماڻهن جو روڪڻ چاهيو ٿي يا جان
بچائڻ جون تجويزون پيش ڪيون ٿي سي حسين عليه

السلام کيئن قبول ڪري ها.

جڏهن سندن سفر جو حال جنابہ ام سلمہ کي معلوم ٿيو تہ انهي فرمايو تہ پٽ عراق جي سفر جو ارادو نہ ڪر آئون تنهنجي ناني کان ٻڌي چڪي آهيان تہ منهنجو حسين سر زمين عراق تي قتل ڪيو ويندو انهي جاء جو نالو مونکي ڪربلا ٻڌايو هوائين اتي جي ڪجهہ مٽي مونکي ڏيئي فرمايو هوائين تہ انهي مٽي کي شيشي ۾ محفوظ رکج جڏهن اهو واقعو پيش ايندو تہ اها مٽي ڳاڙهي ٿي ويندي. تنهن ڪري اي پٽ ايڏانهن وڃڻ جو ارادو نہ ڪر. پاڻ فرمايائون ناني جان بني اميہ منهنجا دشمن آهن جي آئون ڪنهن ماڪوڙي جي سوراخ ۾ بہ پناہ وٺندس تہ بہ هو مونکي جيئرو نہ ڇڏيندا.

قبر رسول کان جڏهن موڪلائڻ ويا تہ قبر تي روئندي کين ننڊ اچي وئي ۽ خواب ۾ رسول خدا کي هيئن چوندي ٻڌائون تہ اي حسين غم نہ ڪر تون تمام جلد مون سان ملڻ وارو آهين. هي سڀ ڳالهيون ٻڌائين ٿيون تہ حضرت کي يقين ٿي ويو هو تہ يزيد کين قتل ڪرڻ ذاران نہ رهندو تنهن ڪري پاڻ جو پروگرام پنهنجي زندگي ۽ موت جو ٺاهيو

هوائون عام ماڻهو انهي جي گهرائي کي سمجهي نٿي سگهيا .

## حسين عليہ السلام مڪہ ۾

بروايت علامہ مجلسي امام عليہ السلام ٽين شعبان تي مدينہ مان روانہ ٿيا ڪڏهن پهتا انهيءَ ۾ گهڻو اختلاف آهي پر اڪثر روايتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ١٠ رمضان المبارڪ تي مڪہ ۾ پهتا . عبدالله ابن زبير اڳئي اتي موجود هو ۽ پنهنجي بيعت وٺڻ لاءِ يزيد جي خلاف پروپئگنڊا ڪري رهيو هو پر ڪا خاص ڪاميابي جي صورت نظر نٿي آئي . امام حسين جي پهچڻ تي باقي رهيل اميدن تي پاڻي ڦري ويس ڇو جو اهل مڪہ جو گهڻو توجہ حضرت ڏانهن هو ۽ هو هر وقت سندن خدمت ۾ ايندا ويندا هوا . ابن زبير پهرياڻين امام عليہ السلام کي پنهنجو ڪرڻ شروع ڪيو . ڳالهين ڪندي ظاهر ڪيائين تہ جي اوهان ۾ آئون ملي يزيد جي خلاف ماڻهن کي پڙ ڪائيندا سين تہ جلدي سڀ ماڻهو هنجي بيعت ٽوڙي اسان سان گڏجي ويندا .

ابن زبير کي امام عليہ السلام جي طبيعت جو اندازو هو ۽ پاڻ جهڙي حالت سندن بہ سمجهيائين ٿي . سندس بہ

خيال هو تہ جيئن ملڪ ۽ دولت جي طمع مونکي آهي
اهڙي طرح امام عليہ السلام کي بہ هوندي. حضرت
هن جي نيت معلوم ڪري فرمايو تہ اي ابن زبير
آئون ملڪ دولت جو خواهان نہ آهيان نہ وري انهي
شوق ۾ گهر مان نڪتو آهيان. منهنجو مقصد پنهنجي
ناني جي دين کي بچائڻ آهي بدعت ۽ ضلالت کان.
ابن زبير جڏهن اهو سمجهيو تہ حضرت هنجي مطلب
جو ماڻهو ناهي تہ هن ٻيو رخ اختيار ڪيو ۽ انهي
ڪوشش ۾ رهيو تہ جيترو جلد ممڪن ٿي سگهي
حضرت جن انان روانا ٿي وڃن.

## اهل ـ ڪوفہ جا خط

امام عليہ السلام مڪہ ۾ اتڪل ٽي مهنا رهيو تنهن
وچ ۾ ڇهہ سو خط اهل ڪوفہ طرفان سندن خدمت
۾ آيا. انهن خطن جي شروعات مدينہ منوره ۾ ئي
يزيد جي وليعهدي جي خبر ڦهلجڻ کان پوءِ ٿي
چڪي هئي. امير معاويہ جي حڪومت ۾ زياد بن
ابيہ محبان اهلبيت تي اهي ظلم ڪيا جو الامان
والحفيظ. قتل ڪيائين، ڦاسيون ڏنائين، جيئرو دفن
ڪيائين، باهہ ۾ ساڙيائين، ٽهڪندڙ تيل ۾ اڇلايائين

گرم شيخن ساں اڪيون ڪيايائين ، ڪل لهرايائين ، جلاوطن ڪيائين ، ملڪيتون ضبط ڪيائين ۔ جيڪي ماڻهو لڪي ڇپي شهرن مان نڪري ڀڳا ۽ روپوش ٿي ويا سي نه بچي ويا پر زندگي پريشاني ۾ گذاري رهيا هئا ۔ امير المومنين ۽ امام حسن جي حڪومت جو وقت ڪين ياد اچي رهيو هو ۔ زياد جي مرڻ کان پوءِ جڏهن وري اچي ڪوفي ۾ آباد ٿيا ته وچايل آزادي موٽي نه مليَن ۔ تمام خوف ۽ هراس ۾ زندگي گذاري رهيا هئا ۔ پڇريائين اميد هئن ته امام حسن ۽ معاويه جي وچ ۾ جيڪو صلح ٿيو هو تنهنجي شرطن موجب معاويه کان پوءِ حڪومت امام حسن عليه السلام کي ملندي پر جڏهن اسلامي قانون ۽ صلحنامه جي شرطن جي خلاف يزيد کي ولي عهد بنايو ويو ته هر دل تي مايوسي ڇانئجي وئي ۔ انهي مايوسي جي حالت ۾ خط و ڪتابت جو سلسلو مدينه مان شروع ٿيو جن ۾ انهن تڪليفن کي بيان ڪيو ويو جيڪي محبت اهلبيت جي جرم ۾ برداشت ڪرڻيون پيون ٿي ۽ اهي خط لکيا به حضرت ڏانهن ٿي هئا ڇو جو سندن ئي گهر مان اسلام نڪتو هو ۽ اسلامي سلطنت جو پايو هاڻ ئي وڌو هوائون ۔

جيستائين مدينه ۾ هئا تيستائين کينءَ کي به جواب نه ڏنائون. وقت جي رفتار ڏسي رهيا هوا. جڏهن مڪه پهتا ته اهل ڪوفه وري خطن موڪلڻ جو سلسلو جاري ڪيو. اهل ڪوفه عموماً انقلاب پسند هئا. معاويه جي مرڻ کان پوءِ هر شخص چاهيو ٿي ته حڪومت هاڻي بني اميه مان ڪڍهن ٻئي خاندان ۾ ملي وڃي. انهي وقت امام حسين کان ڪو ٻيو شخص بهتر نظر نٿي آيو تنهن ڪري اهڙن ماڻهن به ڪين خط لکيا جن کي امام سان ڪابه مذهبي عقيدتمندي نه هئي ۽ بجائي شيعان علي جي شيعان عثمان ۾ شمار ٿيندا هئا. هڪ خاص ڳالهه ڪي مد نظر رکي هي ماڻهو شيعان ڪوفه سان شامل ٿي ويا ۽ اها ڳالهه هيءَ هئي ته بني اميه جو وڏن ڙ اثر ۽ ظلم و تشدد کان سڀ ماڻهو عاجز ۽ بيزار ٿي ويا هوا. حضرت علي جي حڪومت جي نموني ڏسڻ کان پوءِ هنن کي يقين هو ته هن خاندان جي حڪومت ۾ نه ڪنهن جي حق تلفي ٿيندي ۽ نه بيجا طرفداري.

سليمان بن صرد، حبيب ابن مظاهر، مسيب ابن نجبه رفاعه بن شداد جيڪي ڪوفه جا نامور سردار هئا تن جي پويان شبث بن ربعي ۽ سنان بن انس وغيره به

خط موڪلي ڏنا پر مومنن جي خطن ڪان انهن جي خطن جو مضمون مختلف هو. مومنن لکيو هو ته اسين بني اميه جي ظلم و تشدد، اهلبيت تي سب و شتم ۽ شرعي حڪمن ۾ دست اندازي ڪان عاجز تي ويا آهيون. اسان کي اهڙي نازڪ دور ۾، جڏهن حلال و حرام جون حدون ٽوڙيون پيون وڃن ۽ شرعي احڪام جي توهين ڪئي پئي وڃي، هڪ امام جي ضرورت آهي. اسين ڪوفي جي حاڪم پويان نماز به نٿا پڙهون او هان اسان جي هدايت لاءِ ضرور اچو هو ڏانهن سياسي انقلاب جي چاهيندڙن جو مضمون هي هو ته باغن ۾ ميوا پچي رهيا آهن ۽ ساوڪون لڳيون پيون آهن ۽ نهرون وهي رهيون آهن جي او هان ايندو ته او هان جي دشمنن سان وڙهنداسين.

انهن خطن کي امام عليه السلام جمع ڪندو رهيو ۽ تنهن وقت تائين انهن جو جواب نه ڏنائين جيستائين انهي مضمون جا خط نه آيا ته جي توهان اسان جو عرض قبول نه ڪيو ته قيامت جي ڏينهن توهان جي ناني کي شڪايت ڏينداسون ته اسان حسين کي هدايت لاءِ سڏيو هو پر هو نه آيو.

چيو وڃي ٿو ته جڏهن امام عليه السلام کي ڪوفين

جي غداري ۽ بيوفائي جو تجربو بہ هو تہ پوءِ انهن خطن تي اعتبار ڪري ڪوفہ ڇو ويو ۔

جواب هي آهي تہ اسلام جو حڪم ظاهر لاءِ آهي نہ غيب جي علم لاءِ تہ ايترن خطن جو اچڻ هنن جي هدايت جي شوق کي ظاهر ڪري ٿو ۔ امام جو فرض هو تہ "ظنو بالمومنين خيراً" مطابق هنن جي سچائي جو يقين رکن ها ۔

بدر جي جنگ ۾ جڏهن عباس بن عبدالمطلب قيد ٿي آيو ۽ قيدين کان فديہ وٺي آزاد ڪرڻ جو ٺهراءُ ٿيو تڏهن عباس چيو تہ آئون تہ مسلمان آهيان مونکان فديہ ڇو ٿا گهرو- جواب ڏنائونس تہ دل جو حال تہ خدا ڄاڻي ٿو بظاهر تہ تون ڪافرن سان گڏ جي آيو آهين ۽ اسلام جو حڪم ظاهر تي آهي ۽ نہ باطن تي۔

بيو تہ سڀ اهل ڪوفہ غدار نہ هئا ۔ بيشمار ماڻهو منجهن پڪا مومن ۽ سچا دوستداران اهلبيت هئا۔ حجر بن عدي، عمرو بن الحمق، مالڪ اشتر، ميثم تمار، رشيد هجري، سليمان بن صرد، مسيب، مختار ۽ ٻيا اهي سڀ جي ڪربلا ۾ شهيد ٿيا انهي ڪوفي مان ئي نڪتا هئا. پوءِ اهڙن ماڻهن تي اعتماد ۽ ڀروسو ڪرڻ ڪيئن بيجا هو. ڇيو وڃي ٿو تہ حسين کي شيعن سڏايو ۽ پوءِ هنن

جا قائل ٿينجي ويا. اهو الزام صرف شيعن جي دل آزاري لاءِ رکيو ويو آهي ورنه حقيقت ڪجهه به نه آهي.

اسلامي تاريخون ٻڪراءِ تي لکي رهيون آهن تـه زياد بن ابيه چونڊي چونڊي محبان علي کي قتل ڪيو. سمجهه ۾ نٿو اچي تـه اهڙي صورت ۾ ڪوفه منجهه ايترا شيعه ڪٿان نڪري پيا جو انهن مان ڇهن هزارن نه خط لکيا ۽ ارڙهن هزارن حضرت مسلم جي هٿ تي بيعت ڪئي. ڪوفي ۾ شيعن جو ايڏو تعداد ڪٿان آيو. زياد کي مئي کو هزار نه هزار سال نه ڪونه گذريا هئا تن ڇئن سالن ۾ ايڏي وڏي تعداد ۾ شيعن جـو موجود ٿيڻ ڪنهن به طرح عقل ۾ اچڻ جهڙي ڳالهه نه آهي. ها. اهو ضرور سمجهه ۾ اچي ٿو ته رهيل سهيل ماڻهو جي ڪنهن پاسن ۾ لڪل هئا يا ڪوفه کان ٻاهر نڪري ويا هئا يا قيد و بند ۾ هئا سي ظاهر ٿي ويا پر اهي به ٻه چار سؤ کان وڌيڪ نه ٿي ٿا سگهن.

عقل ۾ اچڻ واري ڳالهه اها آهي ته اهي ماڻهو جي سليمان بن صرد جي گهر ۾ جمع ٿيا هئا سي ضرور شيعيان علي هئا ۽ انهن ئي جي خطن ۾ امام عليه السلام کان هدايت حاصل ڪرڻ جي خواهش ظاهر ڪئي وئي هئي. پر هي نه آگرين ني گڻڻ جيترا چند ماڻهو ٽڙي پکڙي

ويا ۽ اهيئي ماڻهو هر آواز تي لبيڪ چوڻ وارا ۽ انقلاب زنده باد جا نعره هڻڻ وارا هئا. تنهنڪري اهو چوڻ بلڪل غلط آهي ته قاتلان حسين شيعه هوا.

هن فخريه آواز کي ڪير به نتو دٻائي سگهي نه جڏهن ڪان شيعن پاڻکي شيعو چوايو اچ تائين ڪنهن زماني ۾ ۽ ڪنهن حالت ۾ به ڪنهن شيعه پنهنجي امام تي تلوار نه ڪنئي. ڪنهن جي طاقت ناهي جو انهي جي برخلاف ثبوت تاريخ مان ڏئي سگهي.

## امام حرم خدا چو ڇڏيو

ڪجهه بيوقوف چوندا آهن ته جڏهن حرم خدا امن جي جاء آهي تڏهن امام کي لازم نه هو ته انهي کي ڇڏي ڪنهن ٻي جاء تي وڃي ها. يزيد هن جو ڪيترو به مخالف ٿي هو پر هن کي ڪجهه ڪري نه سگهي ها ۽ جي گستاخي ڪري ها ته دنيائي اسلام هن جي خلاف ٿي وڃي ها پر امام کي اهل ڪوفه اهڙا دلاسا ڏنا ۽ حڪومت جي اميد ڏني جو حج به ڇڏي اٿي ڪڙو ٿيو.

هي اعتراض سخت دشمني تي ٻڌل آهي. امام عليہ السلام کي پوري ثابتي سان خبر پئجي چڪي هئي ته يزيد چاليهه سپاهي حاجين جي لباس ۾ موڪليا آهن

۽ عين ڪعبہ جي اندر امام حسين عليہ السلام کي قتل ڪري ڇڏين. پاڻ گوارا نہ ڪيائون تہ سندن خون سان ڪعبہ جي حرمت ضايع ٿي وڃي. رهيو سوال اهو تہ يزيد اهو بلڪل ڪري نٿي سگهيو تہ ٻن سالن بعد ٿي ماڻهن کي پتو لڳي ويو تہ يزيد سڀ ڪجهہ ڪرائي سگهيو ٿي. اهوئي حرم خدا هو اهوئي ڪعبہ هو جنهن جي اندر ابن زبير جو خون وهايو ويو. منجنيقن سان ڪعبہ جا پردہ ساڙيا ويا ڪعبہ جي ڇت تي شراب پيتو ويو - جي اهو سڀ ڪجهہ ٿي سگهيو ٿي تہ حسين جي قتل ۾ ڪهڙي رڪاوٽ هئي. مسلمانن يزيد کي انهي وقت ڇا ڪيو ڇو قتل حسين ڪان پوءِ ڪن ها.

جيئن انهي وقت مانڊ ۾ رهيا تيئن هينئر بہ رهن ها هي تہ امام عليہ السلام جو انتهائي تدبر هو جو حرمت حرم خدا جي ضايع ٿيڻ جو داغ پنهنجي دامن تي اچڻ نہ ڏنائون ۽ اهو داغ هميشه لاءِ ابن زبير جي پيشاني تي لڳل رهجي ويو.

اهو حسين جنهن ٢٥ حج پا پيادہ ڪيا هئا ڪيئن حج ڪرڻ بنان وڃي سگهيو ٿي پر جڏهن لاچاري حالت ٿي پيئي ۽ دشمنن کان هر ڳالهہ جو امڪان ڏنائون تڏهن لاچار ائين ڪيائون.

انَي بہ ڪجھ ماڻھن مشورو ڏنو تہ ڪوفين جي وعدن تي ڀروسو نہ ڪريو. پاڻ انهن کي ھي چئي خاموش ڪري ڇڏيائون تہ جو آئون ڄاڻان ٿو سو تو ھين نٿا ڄاڻو. انهن ماڻھن کي پنھنجي شرعي ذميداري کان آگاہ ڪرڻ جي قابل نہ سمجھائون. جڏھن اھل ڪوفہ ڪليل لفظن ۾ لکي رھيا ھئا تہ اسان کي ھڪ ھادي جي ضرورت آھي ۽ انھي ضرورت جو احساس انهن ماڻھن جي لکيل بيانن مان بہ ٿي رھيو ھو ۽ انس بن مالڪ صحابي رسول دمشق مان واپس اچي چيو تہ عھد رسول جي ھڪ بہ ڳالھہ نٿو ڏسان، ڪنھن پڇيس تہ نماز بہ ناھي تہ چيائين تہ اھا بہ ضايع ٿي ويئي (بخاري) تڏھن جي نہ وچن ھا تہ دنيا سڄي عمر طعنا ڏئي ھا تہ حسين جان جي خوف کان ھدايت خداد فريضہ کان ٽٽائي ويو. تڏھن بہ حضرت جن تمام گھڻي احتياط کان ڪم ورتو ۽ جناب مسلم کي تحقيق لاءِ موڪلي ڏنائين.

## حضرت مسلم جو ڪوفہ ۾ اچڻ

جڏھن حضرت مسلم جو ورود ڪوفہ ۾ ٿيو تہ اھل ڪوفہ وڏو شاندار استقبال ڪيو. ماڻھو ھڪ ٻئي پويان بيعت لاءِ اچڻ لڳا ايستائين جو چند ڏينھن ۾

ارڙهن هزار ماڻهن بيعت ڪري ورتي. انهي تعداد ۾ شيعان علي بلڪل ٿورا هئا ۽ انقلاب مان فائده جي اميد رکڻ وارا گهڻا.

ابن زياد جي ظلم ۽ سختي سيني کي ڏڪائي ڇڏيو هو - بيعت ٽوڙڻ جو اهوئي سبب هو. مومن ته پنهنجي بيعت تي قائم رهيا باقي جناب مسلم جي مدد جو امڪان نه رهيو ڇو جو (١) ناڪه بندي ڪري ڪوبه ماڻهو پنهنجي گهر مان نڪري هيڏانهن هوڏانهن وڃي نٿي سگهيو. (٢) ابن زياد ڪوفي ۾ اچڻ شرط وڏن شيعي سردارن کي جيل ۾ وجهي ڇڏيو.

اهڙين حالتن ۾ انهن ويچارن تي غداري جو الزام رکي نٿو سگهجي. انهي مجبوري جي حالت ۾ جا ڪوتاهي ٿي تنهن لاء هنن جي دل تڙقي رهي هئي ۽ انهي جو نتيجو اهو هو جو ڪيئن به ڪري ڪربلا پهچي جان قربان ڪيائون - جي قيد ۾ هئا يا جلاوطن ٿي ويا هئا انهن لاء ڪربلا پهچڻ جي ڪابه صورت نه هئي.

سليمان بن صرد جي گهر ۾ جو پهريون جلسو ٿيو تنهن جو بندوبست مسلم بن عوسجه، سليمان، رفاعه عباس، سعد وغيره ڪيو. اهڙا ماڻهو يا ڪربلا وڃي

شهيد ٿيا يا وجهه ملڻ تي خون حسين جو انتقام ورتو هو بلڪل ڪوڙ آهي ته قاتلان حسين شيعه هئا .

## جناب مسلم بيعت ڇو ورتي

انهي سلسلي ۾ هڪ سوال هي آهي ته جڏهن امام عليه السلام جو ارادو خروج جو نه هو ته حضرت مسلم سندن پاران ڪوفه ۾ بيعت ڇو ورتي ؟

انهي جو جواب هي آهي ته انهي بيعت جو مقصد هي هو ته جيڪڏهن امام جي اچڻ تي يزيد جي طرفان روڪ ۽ مزاحمت ٿئي ۽ تشدد ۽ ظلم روا رکيو وڃي ته اهل ڪوفه سندن مدد ڪرڻ کان پاسو نه ڪندا . ڇو جو هي هڪ يقيني ڳالهه هئي ته يزيد طرفان مزاحمت ضرور ٿيندي تنهن ڪري انهي جو بندوبست به ضروري هو .

امام عليه السلام ڪوفه پهچي يقيناً انهن بدعتن کي روڪي ها جي بني اميه جي حڪومت هر طرف ڦهلائي ڇڏيون هيون ۽ دين جي حڪمن جون کليون کلايون خلاف ورزيون ٿي رهيون هيون . اهڙي صورت ۾ مقابلو يقيني هو جيڪڏهن بيعت نه ونجي ها ته مدد جي ذميواري ڪنهن تي به نه هجي ها ۽ هر شخص هي چئي پاسو ڪري ها ته مون ڪڏهن ڇيو هو نه

جي امام کي فوج يزيدي گرفتار ڪندي يا قتل ڪندي
ته هن جي مدد ڪنداسين.

اها هئي حقيقت جناب مسلم جي بيعت جي جا فقط
پنهنجي جان جي حفاظت لاء هئي ۽ اهو هر انسان جو
فطري حق آهي.

۽ جي فرض ڪجي ته جنگ ئي ڪرڻ چاهيندا
هئا ته به امام کي ٻن طرحن سان حق هو.

(١) ظالم جي پنجه کان مظلومن کي آزاد ڪرائڻ ۽
ناحق کي روڪڻ امام منصوص من الله جو فرض آهي.
امام کي يزيد سان مقابلي ڪرڻ جو حق اهڙي طرح
حاصل هو جهڙي طرح رسول کي دين جي حفاظت ۽
بقا لاء ڪافرن ۽ مشرڪن سان جنگ ڪرڻي پيئي.
آنحضرت جي جنگين جو مقصد نه ملڪگيري هئي ۽
مال و دولت جو حرص بلڪ غلط عقيدن کي روڪڻ
هو. ۽ جو جو جنگ کان سواء هي ممڪن نه هو تنهن
ڪري جنگ ڪئي وئي. پر جارحانه نه بلڪ مدافعانه.
امام عليه السلام به جيڪڏهن ڪوفي پهچي جنگ ڪن
ها ته اها به هن سلسلي جي هڪ ڪڙي ٿئي ها يعني
غلط عقيدن کي ختم ڪرڻ لاء پوري ڪوشش ڪن
ها ۽ جي دشمن حملو ڪري ها ته پوء ان سان مدافعانه
جنگ ڪن ها.

يزيد نہ ڪو نبي هو نہ رسول ۽ نہ منصوص من الله خليفہ هو نہ اجماعي حڪمران پوءِ انهي سان جنگ ڪرڻ ناجائز ڇو هو. هر دينـدار جو شرعي فرض هو تہ بدي کي روڪي. جي حسين ائين ڪرڻ لاءِ پنهن جي بچاءَ جي صورت ڪڍي تہ اها قابل اعتراض ڇو آهي.

امام ڪوفہ نہ وڃڻ جو مشورو رد ڪري ڇڏيو تنهن ڪري ڪجهہ بيوقوف چوندا آهن تہ معاذ الله حسين ضدي هو ۽ هن پاڻ کي پاڻيهي هلاڪت ۾ وڌو جڏهن ڪوفين جي غداري جي خبر هيس تہ پوءِ هننجي خطن تي اعتبار ڇو ڪيائين.

جواب هي آهي تہ ڪوفہ نہ وڃن ها تہ پوءِ ڪيڏانهن وڃن ها؟ ملڪ جي هر حصي تي يزيد جو قبضو هو. جيڏانهن بہ رخ ڪن ها تہ يزيد جي فوج رستو روڪي قتل ڪري ڇڏي ها يا گرفتار ڪري وٺي ها. ڪوفي جي رستي تي حر جي فوج جڏهن روڪيو تہ امام گهڻو ئي چاهيو تہ ڪوفي کانسواءِ ڪنهن ٻئي طرف وڃڻ ڏنو وڃي پر ائين ڪڏهن ممڪن ٿيو. ائين ئي تنهن وقت بہ ٿئي ها. ڪوفہ ڏانهن وڃڻ سان حسين جي اهل ڪوفہ تي حجت تمام ٿي

وٺي، هدايت کان ننڍائڻ جو الزام تہ نہ مڙهيو ويو
ڪوفہ وارن اڳيان اڪيون تہ هيٺ نہ ٿيون. ها جي
ڪوفہ نہ وڃڻ سان جان بچڻ جو ڪو آسرو هو تہ
پوءِ اهو اعتراض درست ٿي سگهيو ٿي. امام تہ
ڪليل لفظن ۾ چئي ڇڏيو هو تہ جي آئون ماڪوڙي
جي سوراخ ۾ بہ پناه وٺندس تہ بني اميہ مونکي
جيئرو نہ ڇڏيندا. اها پيشنگوئي چاهي انهي لحاظ کان
هجي جو رسول الله کان ٻڌي چڪا هئا، چاهي انهي
لحاظ کان هجي جو بني اميہ جي سخت دشمني ڏسي
چڪا هئا ۽ ڪئي انهي لحاظ کان هجي جو مڪ جو
تجربہ نظرن اڳيان هو. جنهن يزيد حرم خدا ۾ قتل
جو بندوبست ڪيو سو ڪنهن بہ جاه تي ڪيئن
ڇڏي ها.

رهيو پاڻ کي هلاڪت ۾ وجهڻ جو معاملو سو
دين جي حفاظت لاءِ جان ڏيڻ خاصان خدا جو خاصو
آهي - هو پنهنجي جان کي ان وقت تائين بچائيندا آهن
جيستائين دين مردو نہ ٿيندو آهي.

جناب ذڪريا پنهنجي قوم کي خراب رسمن جي
اجازت ڏئي جان بچائي سگهيا ٿي پر دين جو خاتمو
ٿي وڃي ها. حضرت يحيٰ هڪ فاسق بادشاه جي

خلاف شرع خواهش پوري ڪري موت کان بچي سگهيا ٿي پر دين مرده ٿي وڃي ها.

## حسين جي جنگ مدافعانه هئي

مديني کان ڪربلا تائين گهڻائي موقعا اهڙا آيا جو امام عليہ السلام جنگ جي شروعات ڪري سگهيا ٿي. پر ڪنهن حالت ۾ به ائين نه ڪيائون ڇو جو هي اسلامي اصول جي خلاف هو. جي امام عليہ السلام جو ارادو جارحانه جنگ هجي ها ته هيئيون ڳالهيون ضرور ڪري ها.

١- مديني ۾ انجي چوطرف يزيد جي حڪومت جي خلاف پروپئگنڊه ڪري ها ۽ ماڻهن کان لڪ ڇپ ۾ بيعت وٺي ها.

٢- مديني وارن کي پاڻ سان گڏ هلڻ جي ترغيب ڏئي ها.

٣- مديني کان مڪي تائين جي ماڻهو رستي ۾ گڏ يا تن کي لالچائي پاڻ سان گڏ رکڻ جي ڪوشش ڪري ها.

٤- عبدالله ابن زبير سان ملي پنهنجن ڪوششن کي وڌيڪ تيز ڪري ها.

٥- مڪي ۽ مديني وارن کان بيعت وٺي ابن زبير وانگر خروج ڪري ها.

٦- اهل و عيال کي ڪڏ نہ وٺي وڃي ها.

٧- مڪہ کان ڪوفي تائين قبيلن جي سردارن کي پنهنجو بنائڻ جي ڪوشش ڪري ها.

٨- ڪنهن موقعي تي بہ نہ ڇٽي ها نہ آئون شهيد ڪيو وينداس.

٩- حرم انجي احاطہ فوج کي پاڻي نہ پياري گهٽي آساني سان هڪ هزار خون جي پياسن کان نجات حاصل ڪري سگهي ها.

١٠- جڏهن فرات تان حسيني خيمن کي هٽايو پئي ويو تڏهن جنگ جي ابتدا ڪري سگهي ها.

## حسيني ڪردار جي بلندي

اها بہ انساني فطرت آهي تہ جڏهن هنجي جان خطري ۾ هوندي آهي ۽ آساني سان ڇوٽڪارو مشڪل هوندو آهي تڏهن جائز و ناجائز حرام و حلال جو خيال ڪرڻ کانسواءِ هو هرانهيءَ تدبير کان ڪم وٺندو آهي، جيڪا هنجي جان بچائي سگهي. مڪر و فريب ريا و حيلہ اهي سڀ هٿيار جنگ جي وقت ڪم ايندا آهن خصوصاً جنگ لاءِ تہ مشهور آهي "الحرب خدعة" (لڙائي مڪاري جو نالو آهي) هر فوج جو جرنيل پنهنجي ڪاميابي جو دلاسو ڏيئي يا ڏيڄاري ڏيڪاري

پنهنجي ڪنهن به سپاهي کي فوج کان جدا ٿيڻ نه ڏيندو آهي ۽ پنهنجي دشمن کي هر ممڪن فريب سان شڪست ڏيڻ چاهيندو آهي. گهڻن ماڻهن جي ڪردار ۾ عموماً اها ڪمزوري ٿيندي آهي. امام حسين عليه السلام جي ڪردار ۾ هن ڪمزوري جو نالو به ڪونه هو. امام ڪنهن وقت به پنهنجن ساٿين کي دوکي ۾ نه رکيو. هر موقع تي مديني ۽ مڪي ۾ رستي ۾ ۽ ڪربلا ۾ کليل لفظن ۾ هڪ هڪ کي هدائي ڇڏيائون نه اڌون مرڻ لاءِ وڃي رهيو آهيان جيڪو راهِ خدا ۾ مرڻ چاهي سو مون سان هلي. جي وڃڻ وارا هئا سي ويا هليا ۽ جي رهڻ وارا هئا سي رهجي ويا.

جنگ جي ڪنهن موقع تي به حسين جي ڪردار ۾ ڪا ڪمزوري پيدا نه ٿي. هيٺيون ڳالهيون غور طلب آهن.

١- جيڪو ارادو ڪيائون آخر وقت تائين انهي تان نه هٽيا.

٢- حق جو پاسو ڪنهن وقت به نه ڇڏيائون.

٣- باطل جي قوت کان ڪنهن وقت به مرعوب نه ٿيا.

۴- ذلت جي زندگي کان عزت جو موت بهتر سمجهائون.
۵- مکر و فريب کان ڪم نه ورتائون.
٦- پنهنجي طرفان جنگ جي ابتدا نه ڪيائون.
٧- راه خدا ۾ جان ڏيڻ حيات ابدي سمجهائون.
٨- مصائب جي هجوم کان نه گهٻرايا.
٩- امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر کان نه رهيا.
١٠- ڪوفين سان جو وعدو ڪيائون سو وفا ڪيائون.
١١- حرم خدا و رسول جي حرمت جي حفاظت ڪيائون.
١٢- دشمن کي سخت اڃ ۾ سيراب ڪيائون.
١٣- پنهنجي جان ڏيئي حق کي باطل کان جدا ڪري ڇڏيائون.
١۴- دين جي مقابلي ۾ دنيا کي ٺڪرائي ڇڏيائون.

## ڪربلا جو قيامت خيز معرڪه

ميدان ڪربلا ۾ ڏهين محرم ٦١ هه جو اهو قيامت خيز صبح نمودار ٿيو جنهن ۾ حق و باطل جي فيصله ڪن جنگ ٿيڻ واري هئي. جنهن ۾ پيغمبر اسلام جي پرنيل گهر جي صفائي ٿيڻ واري هئي. جن عاشقان خدا و رسول پنهنجي سڄي رات ياد الاهي ۾ گذاري هئي، سي پنهنجن خيمن مان نڪري ڪليل ميدان ۾

اچي ويا . نماز صبح لاءِ مصلا وڇائجي ويا . پاڻي کڻي جو وضو ڪن . ڪربلا جي مٽي تي تيمم ڪري سڀئي صفون ٻڌيون . شبيه پيمبر علي اڪبر جي اذان ڪربلا جي ٻر پٽ ۾ گونججي وئي . انهي آواز خيمن جي اندر ۽ ٻاهر سڀني کي رئاڙي ڇڏيو . ڇو جو اهو آواز رسول جي آواز سان ڪيترو نه مليو ٿي . خدا پرستن جي فرزند رسول جي اقتدا ۾ اها آخري نماز باجماعت هئي جا سڀني ملي ادا ڪئي ۽ نهايت خضوع ۽ خشوع سان ادا ڪئي . نماز کانپوءِ دعا لاءِ هٿ مٿي کنيائون .

اي پروردگار اسان کي زندگي جي خواهش ڪانهي اسين تنهنجي راهه ۾ مرڻ چاهيون ٿا انهي لاءِ ته تنهن جي دين کي موت کان بچايون . اسين تنهنجي فتح ۽ فيروزي جا طلبگار نه آهيون بلڪ تنهنجي دين جي ڪاميابيءَ لاءِ دست بدعا آهيون . مجاهد مصلن نان اٿيا ته امام مظلوم سڀني کي هڪ جاهه تي جمع ڪري فرمايو :-

اي منهنجا اصحاب . ڏسو هي جنت جا دروازا توهان لاءِ کليل آهن . نهرون وهي رهيون آهن . ميوا پڪل آهن . جنت جي محلاتن کي سينگاريو ويو

آهي . حورون ۽ غلمان توهان جي انتظار ۾ آهن . مهنجو نانو الله جو رسول ۽ اهي برگزيده هستيون جي هن سان شهيد ٿيا ۽ منهنجو پيءُ ۽ ماءُ سڀ توهان جي اچڻ لاءِ منتظر آهن ۽ توهان کي جنت جي بشارت ڏئي رهيا آهن توهان سان ملڻ جا مشتاق آهن . تنهن ڪري اي غازيو دين جي حمايت ڪريو ۽ حرم رسول کان دشمنن کي دفع ڪريو .

حسين عليہ السلام جي انهن لفظن ايمان جي پيڪرن ۾ نئون روح ڦوڪي ڇڏيو . هر جوان ۽ پوڙهو جوش ۾ اچي جهومي رهيو هو .

هاڻي موت سندن وڏي آرزو هئي .

شهادت هنن جو مقصد اعليٰ هو ۽ حياتي جو هڪ لحظ هنن لاءِ بار هو . لشڪر جي ترتيب شروع ٿي . ٿيو لشڪرڪُٽڻ جيترا مجاهد ٿن ڏينهن جا بکيا ۽ اڃايل هٿيارن جي گهٽتائي سوارن جي قلت دشمن بيشمار پر دل ۾ نه خوف هو ۽ نه هراس ، نه بدن ۾ رعشه ۽ نه دل ڏڪندڙ ، منهن جو رنگ صاف مرڻ لاءِ جوش ۽ ولولو .

هڪ طرف شرابي ، بدڪار ، ايمان فروشن جو جهڳٽو ، خدا کي وسارڻ وارا ۽ رسول کان منهن ڦيرڻ

وارا هئا .

هئي طرف عبادت گذار ، متقي ۽ پرهيزگار ، قرآن جا حافظ ۽ رسول حي صحبت کان فيضياب ٿيل هئا .

صفون قائم ٿيون ، مجاهدن راه خدا پنهنجي پنهنجي جاء ورتي . ميمنه جو سردار حبيب ابن مظاهر اسدي ، ميسره جو سردار زهير ابن القين بجلي ، لشڪر جي وچ ۾ حضرت ابو الفضل العباس پنهنجي علم جو سايو فرزند رسول تي ڪيو بيٺو هو .

آفتاب افق کان مٿي کنيو ته مخالف فوج مان مقابلي لاء مبارز طلبي شروع ٿي وئي سڀني کان پهرين عمر سعد هي چئي هڪ تير لشڪر امام ڏانهن اڇليو ته گواه رهجو هن جنگ جي ابتدا مون ڪئي آهي .

صبح ٿيڻ کان اڳي جنگ شروع ٿي چڪي هئي سڀ کان پهرين فوج حسيني مان حضرت حر ابن يزيد رياحي عليه الرحمه نڪتا . گذريل رات تائين هڪ فوجي دستي جا سردار هئا هينئر انهن ئي سان مقابلو هو .

حسين جي مدد جي جوش ۾ رجز جو آواز اهڙو وڏو آهي جو ميدان ڪربلا گونجي رهيو آهي . بهادر جي تلوار سرن جا ڍير لڳائڻ شروع ڪيا . جيڪو ايندو ويو سو ڪرندو ويو . هاڻي ڪنهن کي سامهون

اڇن جي همت نہ آهي . هي موقعو غنيمت ڄاڻي عاقبت برباد گروہ کي نصيحت ڪرڻ شروع ڪيائون .

او بي حياٿو ! توهان هن مرد صالح کي جو توهان جي نبي جو ڏهٽو آهي خطن تي خط لکي گهرايو ؟ هاڻي جڏهن هو مهمان ٿي آيو آهي تہ هن جي خون جا پياسا بنجي پيا آهيو . ظالمو توهان پنهنجي رسول جي اولاد تي پاڻي بند ڪري ڇڏيو .

عمر سعد فوج کي حڪم ڏنو تہ ڇو خاموشي سان هنجي تقرير ٻڌي رهيا آهيو سڀ گڏجي هن کي وڪوڙي وڃو .

هتان اشقيا وڌيا هتان شينهن جيان حر- ۽ ڇا ڇنجي هن دلير جي جنگ جو دشمن کي مارينداً لشڪر کي چيرينداً ڪيترو پري نڪري ويا ، آخر زخمن کان چور ٿي ڪري پيا جتي هاڻي سندن روضو مبارڪ آهي . ارباب مقاتل ۾ هن ڳالهہ تي اختلاف آهي تہ لاش کي خيمہ گاہ ۾ آندو ويو يا نہ . عقل تہ چئي ٿو تہ نہ آندو ويو ڇو جو مفاصلو گهڻو هو ؟ يزيدي لشڪر هر طرف ڦهليل هو .

خيمہ گاہ ۾ جڏهن هن شهيد اول جي مرڻ جي خبر ملي تہ ڪهرام بپا ٿي ويو . حر ڪاٽپوہ جام شهادت

جا مشتاق واري سان ميدان ۾ وڃي راه خدا ۾ قربان ٿين لڳا. تن ڏينهن جي ڳالهه آهي ته ماڻهو لاءِ اِن وقت مشڪل ٿي پوندو آهي تڏهن اهڙي سخت گرمي ۾ لڙائي ڪري ۽ دشمن جي فوج ۾ هلچل مچائي ڇڏي ۽ سرن جا ڍير ڪري ڇڏي تن جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي.

ماڻهو چون ٿا ته هي سڀ ڪوڙ ۽ مبالغو آهي. پر انهي غلط فهمي جو سبب هي آهي جو هن جنگ جو مقابلو انهي دنياوي لڙائين سان ڪيو ويندو آهي جن ۾ سپاهين کي مجبوراً وڙهڻو پوندو آهي ۽ هو شوق سان جان نه ڏيندا آهن.

هنجي برخلاف حسيني فوج جا مجاهد حمايت دين ۾ جان ڏيڻ کي حيات ابدي سمجهندا هئا ۽ موت کي زندگي تي ترجيح ڏيندا هئا اهوئي سبب هو جو اهڙي بي جگري سان وڙهيا. ڪنهن شاعر ڪهڙو نه سٺو چيو آهي:-

بسو القلوب علي الله وع ڪانما
يتهانتون علي ذهاب الا نفس

”يعني هنن پنهنجن زرهن ني پنهنجون دليون پاليون هئائون ۽ جان ڏيڻ لاءِ هڪ ٻئي تي ڪري

پيا ٿي.“ ٿي هڪ شمع امامت جا هي سڀ پروانا هئا.
حسين عليہ السلام جي علم هيٺان اهو مخصوص مجمع
هو جو نہ ڪنهن نبي کي مليو ۽ نہ ڪنهن ولي کي.
ننڍو وڏو جوان پوڙهو سڀ حسيني رنگ ۾ رنگيل
۽ صبر و شڪر مان ٺهيل وفا جا پيڪر، ايمان جا پتلا ۽
رضا جا مجسما هئا. پنهنجين جانين کان حسين جي جان
هزار دفعا پياري، عزيز خواه انصارسڀني جا قدم محبت
جي منزل ۾ برابر. هنن جي وفاداري جا مختصر
واقعا پڌرو.

عاشوري جي رات شمر حضرت عباس سان ملڻ
آيو آهي، چئي رهيو آهي ”مون توهان سڀني پائن لاءِ
عمر سعد کان امان جو وعدو ورتو آهي، مون سان
هلو تہ لشڪر جي سرداري وٺي ڏيانو.“

هي ٻڌندي ئي عباس ڪاوڙ مان ڏڪڻ لڳو
۽ چيائينس :-

خدا تنهنجا هٿ وڍي ۽ لعنت هجي تنهنجي انهي
امان تي جو تون چئين ٿو تہ اسين پنهنجي پاءُ حسين
بن فاطمہ کي ڇڏي ڏيون ۽ هڪ بدڪار خبيث جي
اولاد سان شامل ٿي وڃون. اي ملعون منهنجي لاءِ
تہ امان آهي ۽ محمد مصطفيٰ ص جي پٽ لاءِ امان ڪونهي.

برير همداني عبدالرحمان بن ربہ سان عاشوري
جي رات مذاق ڪري رهيو آهي ۽ هو چئي ٿو تہ
هي وقت مصيبت جو آهي ۽ نہ مذاق جو ـ برير
جواب ڏنئو :-

منهنجي قوم چاڻي ٿي تہ اجائي ڳالهائڻ جي مونکي
عادت ناهي مون تہ اها مذاق انهي خوشي وچان
ڪئي جيڪا اسان کي هن وقت حاصل آهي. قسم آهي
تہ هي ماڻهو ڇا آهن . انهن کي هينئر تلوارن سان
سهاري پوء جام شهادت نوش ڪري حورن
سان ملنداسين .

محمد بن بشير خضري هڪ مددگار آهي . هنجو
پٽ روم جي سرحد تي گرفتار ٿي پيو . جڏهن امام
کي خبر پئي تہ فرمايائون تہ ٻڪدم وڃ ۽ هن جي
آزاد ڪرائڻ جو بندوبست ڪر . هن مرد مومن چيو
تہ جي آئون وڃان ۽ واپس نہ اچي سگهيس تہ توهان
جي نصرت جي سعادت کان محروم ٿي ويندس .

وهب ڪلبي جي ماءُ عاشوري جي رات چئي رهي
آهي :- وهب سپاڻي مونکي منهنجي ٻيبي جناب سيده کان
شرمنده نہ ڪجانءِ . هو نوجوان چئي ٿو تہ توهان
مطمئن رهو سپاڻي اها جنگ ڪندس جو دشمن پناه

ايمان کان بد نصيب ماڻهو هئن شهيدان راه خدا جي اهم ديني خدمتن کي مٽائڻ لاءِ ڪيترو به ننهن چوٽي جو زور لائين پر هئن جو نقش انساني دلين تان قيامت تائين نه مٽبو.

هڪ قرباني اها هئي جا ١٠ ذوالحج منا جي مقام تي حضرت ابراهيم خليل ڪئي. قدرت انهيءَ کي اڄ تائين باقي رکيو.

ٻي عظيم الشان قرباني ١٠ محرم سنه ٦١ هه ڪربلا ۾ ٿي قدرت انهيءَ جي بقا جي ذميواري به پاڻ تي ڪئي آهي. ڪنهن جي طاقت نه آهي جو انهيءَ کي ختم ڪري سگهي.

يزيد جا پيرو ۽ بني اميه جا دوست هر زماني ۾ انهيءَ ڪوشش ۾ رهيا ته غلط بيانيون ڪري واقعه ڪربلا جي وڏنڊڙ اثرن کي روڪين ۽ جيئن به ممڪن ٿئي عزاداري امام مظلوم کي بند ڪرائين ليڪن هئن جون اهي ڪوششون بيڪار ٿيون بلڪ جيترو هن غم کي دٻايائون اوترو ئي وڌيو.

بني اميه ۽ بني عباس جي وحشيانه ظلم دور ۾ به امام مظلوم جي عزا کي گهٽائي نه سگهيا ته هاڻي ڪيئن ممڪن آهي جڏهن انساني قانون جي هر ملڪ تي حڪومت آهي. وحشيت و بربريت جو دور ختم

خوشبوءِ ۾ بدلجي وڃي حسب نسب ۾ بلند ٿي وڃي ۽ منهن روشن ٿي وڃي . والله تو هان کان جدا نہ ٿيندس ان وقت تائين جيستائين منهنجو ڪارو رت تو هان جي مقدس رت ۾ گڏجي نہ وڃي .

هي هئا ڪامل الايمان انصار . هنن جو مقابلو انهن ڪراءِ جي ٽٽن سان ڪري نٿو سگهجي جن کي ابن زياد زوري پرني ڪري موڪليو هو يا جي پگهاردار نوڪر هئا . اهڙا ماڻهو انهي دليري سان ڪيئن وڙهي سگهندا جنهن سان حسين عليہ السلام جا انصار وڙهيا .

هنن وٽ دين ۽ ايمان جي مقابلي ۾ جان و مال ۽ آبروءِ ڪجهہ نہ هيون . هنن حمايت حق جي جذبہ ۾ نہ ٻيڪ محسوس ڪئي نہ اڃ ، ڇو جو هنن کي يقين هو نہ حق تي هئا ڪري هنن جي عمل کان خدا ۽ رسول خوش هوا . هو اهڙا وڙهيا اهڙا وڙهيا جو حشر تائين ياد رهندا . صبح کان شام تائين انهن ٻاهتر ليڪ بندن جو خون ناحق زمين تي ڪرندو رهيو ، هنن جا لاشا خاڪ و خون ۾ تڙڦندا رهيا ليڪن ....

اسلام تباهي کان بچي ويو حق باطل کان جدا ٿي ويو . بني اميہ جي بدعتن جا داغ ڌٻا جي دامن اسلام کي لڳي ويا هئا سي انهي رت ڌوئي صاف ڪيا .

ابو ثمامہ صيداوي امام جي خدمت ۾ حاضر ٿي چوڻ لڳو ـ اي ابو عبدالله منهنجي جان اوهان تان قربان هي ماڻهو ته اوهان جي ويجهو اچي رهيا آهن. والله توهان تيستائين قتل نہ ٿيندا جيستائين آئون قتل نہ ٿيان ۽ منهنجي دل آهي تہ نماز پڙهي پوءِ پنهنجي رب سان ملاقات ڪريان .

مسلم بن عوسجہ گهوڙي تان ڪرڻ ٿا امام عليہ السلام حبيب ابن مظاهر ساڻ انهي پهچن ٿا . مسلم جو آخري وقت آهي حبيب چئي ٿو مسلم ڪجهہ وصيت ڪر . فرمائن ٿا "اوصيڪ بهذا" منهنجي وصيت اهائي آهي تہ امام کان غافل نہ رهجانءِ .

جون هڪ حبشي غلام آهي ـ امام کان جنگ جي اجازت وٺڻ لاءِ حاضر ٿئي ٿو ـ حضرت جن فرمائين ٿا تہ تون اسان وٽ امن ۽ آرام جي ڪري ۾ آيو هئين هاڻي توکي قتل ٿيڻ جي اجازت ڪيئن ڏيان . جون چئي ٿو اي فرزند رسول عيش ۾ تہ توهان وٽ رهيس ۽ هاڻي مصيبت جي وقت توهان کي ڇڏي ڏيان ! اهو ضرور آهي تہ منهنجي بدن مان بدبوءِ اچي ٿي ۽ منهنجو حسب نسب بہ پست آهي منهنجو رنگ بہ ڪارو آهي . جنت جو آرزومند آهيان تہ بدبوءِ

گهرندو . وهب شهيد ٿيو ته سندس والده فرمايو ته
خدا جو شڪر آهي جو آئون تنهنجي شهادت کان
حضرت ابو عبدالله وٽ سرخرو ٿيس . پوءِ فوج
دشمن کي چيائين - اي بدترين امت حڪومت الله جي
آهي نصارا ديولن ۾ ۽ مجوسي آتش ڪدن ۾ توهان
کان بهتر آهن .

نافع ابن هلال بجلي زخمن کان چور چور آهن
۾ دشمنن جو گهيرو آهي هنن جي قبيلي جو هڪ شخص
ولن اچي چئي تو ته آئون توهان کي ابن سعد ڏانهن
وٺي ٿو هلان . سفارش ڪري امان ڏيارينداس - اتي
توهان جي زخمن جو علاج به ٿيندو . فرمايائون ته
لعنت آهي انهي امان تي . جي منهنجو بدن هزار دفعا
به ڪٽنچي سان ڪپيو وڃي تڏهن به فرزند رسول
کان جدا نه ٿيندس .

عبدالله ابن عروه غفاري عاشور جي رات برير
همداني سان گڏ پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ وڃن ٿا مشڪ
ڀري وٺن ٿا . هڪڙو چوي ٿو ته پاڻي کڙو نه
تڏو آهي. ٿوري دير انهي ۾ بيهون ته دل ۽ دماغ
کي آرام اچي . عروه تڏو ساه کڻي چيو ته جڏهن
اڄايل ٻارن جون نڙيون (حلق) خشڪ آهن تڏهن اسان
جا پير ڪر ٿي نٿا سگهن .

ني چڪو آهي ، ڪنهن جي طاقت آهي جو واقعہ
ڪربلا جي عالمگير اثر کي روڪي سگهي .

جيڪو شخص يزيد کي حق ني ثابت ڪرڻ جي
ناپاڪ ڪوشش ۾ لڳو پيو آهي ۽ حسين عليہ السلام
جي معصوم شخصيت کي گنهگار ثابت ڪرڻ جي بيڪار
ڪوشش ۾ آهي تنهن کي دنيا انتهائي نفرت ۽ حقارت
جي نظر سان ڏسي رهي آهي . اهڙن ماڻهن کي سمجهڻ
گهرجي تہ :-

جوهر اگر در خلاب افتد بمان نفيس
غبار اگر برفلڪ رود بمان خسيس
چہ نسبت خاڪ را با عالم پاڪ .

حسين حسين رهندو - يزيد يزيد رهندو .

ا عجاز حسين تصدق حسين ميرزا
ٽنڊو ڄام حيدرآباد

خاتم شد

دفعو پهريون] سڀ حق ۾ واسطا قائم [جلد هزار

---

هي ڪتاب محمد هاشم عرف ميوو خان پنجتني اماميه
پرنٽنگ پريس ۾ ڇپيو ۽ انجمن اماميه اسٽيشن روڊ
حيدرآباد مان شايع ڪيو. ١٤ جنوري ١٩٦٦ع